# ساهڙ جا سينگار

سهيڙيندڙ: سنڌيڪار
جي. ايم. سيد



سنڌي ادبي بورڊ



# ساهڙ جا سينگار

[حضرت علامہ امداد علي امام علي قاضي عليہ الرحمة
جي حياتيءَ جو مختصر احوال، راقم الحروف ڏي، لکيل خط ۽ ڪن
مضمونن جو مجموعو]

سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار

جي. ايم. سيد



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو، سنڌ
2007ع

ڇاپو پهريون سال 1969ع تعداد هڪ هزار
ڇاپو ٻيو سال 2007ع تعداد هڪ هزار

قيمت: هڪ سؤ ويهه رپيا
**[ Price Rs. 120-00 ]**

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)**
**Email Address: sindhiab@yahoo.com**
**Website: www.sindhiab.com**

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه
ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ڇپائيندڙ پاران

علامہ آءِ.آءِ.قاضي سنڌ جي ويجهي ماضيءَ جي اتهاس جو هڪ وڏو نانءُ آهي. جنهن سنڌ جي شعور کي منظم ڪرڻ ۾ هڪ عظيم اداري جيڏو ڪم ڪيو آهي. سائين جي.ايم.سيد ڏانهن لکيل سندن خطن ۽ ڪجهہ اهم تحريرن تي ٻڌل هن ڪتاب کي سيد پاڻ انگريزيءَ مان ترجمو ڪري، ان کي ڪتابي شڪل ۾ ترتيب ڏئي سال 1969ع ۾ ڇپرايو هو. هن ڪتاب ۾ علامہ آءِ.آءِ.قاضي صاحب جي زندگيءَ جو مختصر احوال، حياتي بابت سندس فلسفياڻو نقطئہ نظر ۽ سندن پيغام ۽ مقام کي جنهن مختصر پر جامع نموني سان ڏنو ويو آهي. انهيءَ جي مطالعي ڪرڻ ۽ هيئنئن ـان هنڌائڻ سان اسان جي زندگيءَ جي ڀرپور اصلاح ممڪن آهي. سنڌي ادبي بورڊ هن خطن جي مجموعي جي اهميت کي سمجهندي ٻيهر ڇپرائڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

ادب ۽ تاريخ ۾ خطن جي اهميت تمام گهڻي وقت کان رهي آهي. گجرات جي وزيراعظم عين الملڪ عين الدين عبدالله بن ماهرو جي خطن وانگر علامہ آءِ.آءِ.قاضي صاحب جي خطن ۽ ڪجهہ مضمونن جو هي مواد سنڌ جي جديد اتهاس جوڙڻ ۾ هڪ اهم تاريخي ماخذ طور ۽ سنڌ وطن جي علمي ۽ عملي خدمت ڪندڙن لاءِ مشعل راهہ طور ڪم ايندو.

هن ڪتاب کي اصل مسودي سان ڀيٽي، درست ڪرڻ ۽ ڪجهہ نوان خط شامل ڪرڻ ۾ محترم آزاد قاضي، ۽ جي.ايم.سيد فائونڊيشن جو بنيادي سهڪار حاصل رهيو آهي. هيءُ ڪتاب علامہ آءِ.آءِ.قاضيءَ جي روشن زندگيءَ جي وڏيڪ گوشن تي روشني وجهڻ سان گڏ علم سان چاهت رکندڙن لاءِ ڇڻ تہ هڪ "سونهون" ثابت ٿيندو. آءُ پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ بورڊ پاران هن ڪتاب جي ٻهريون ڀيرو ڀڏرائيءَ تي تمام گهڻي سرهائي محسوس ڪيان ٿو.

جوڳيءَ تي جڙاءُ، نسورو نينهن جو.
(ڀٽائي رح)

چام شورو، سنڌ
اربع، ٢- ربيع الثاني ١٤٢٨هہ
بمطابق 21- اپريل 2007ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ



حضرت علامہ آءِ. آءِ. قاضي رحمت الله عليه
۽ سندن اهليه محترمہ ايلسا قاضي مرحومہ.

CITY LINE
TELEGRAPHIC ADDRESS
"AMICUS" GLASGOW

GEORGE SMITH & SONS.
MANAGERS
GLASGOW

S.S. City of Nagpur
at Suez
31st March 1924

My Dear Shah Sahib,

If ever we return to Sind you will be the cause. My Dearest friend, it does one's heart good to see you. But retain your noble enthusiasm. Do not grow self-centred. There is no other جاءِ between the All, the Beautiful & "me", but "I". پاتان پا - پيئي.

But before all that, Self, individuality has to be born.

Then — از دل سنگ گنهکار برآرم آبی
کاتش اندر نفس آدم و حوا فگنم

علامہ صاحب رحہ جي انگريزي خط جو عڪس (اڳيون صفحو)

'work' [illegible] for that,
brings you nearer to 'Beauty'.
Beauty that you can only
see مِن وراءِ حجاب. So long
'I' is not 'perfect': when
'I' is 'realized' and 'I'
submits then [illegible] is
complete then the Beauty
is in your lap.

This is only for you!

[illegible]. Reply & tell me
all about you.

Yours.
[illegible]

P.S.

Try to acquire Lalchand
a [illegible] in madressah
He has love for muslims. and he can do them [illegible]

علامہ صاحب رحہ جي انگريزي خط جو عڪس (پنيون صفحو)



P.S.
Please write again directly
to this address. also to
[illegible] [illegible]

Craigmoor
48, Pembroke Rd
Bromley
(Kent)
England.
12th April 1932

ڊيئر سيد غلام مرتضيٰ

From the above writing
You can see that I am trying to learn Sindhi
But I am sure the words are not written
correctly. I think there are many mistakes
[illegible] trying to write: "Dear Sayed Ghulam
Murtaza." I wonder if you can read it
and how many mistakes are there?
Many thanks for your kind letters
which we both received a few days ago.
I am grateful for all the kind
things you are saying in your letter.
Mr. Kazi translated to me the verses
of the Persian poet 'Sadi' and true
to my poet. nature I am anxious to

---

مسز قاضي مرحومہ جي انگريزي خط جو عڪس (اڳيون صفحو)

reply to you in my own way.
The flower that gave perfume to the clay has told me her history!
originally it was a scentless weed, but now it is a rose and I did ask her how she has become a rose:

" Who made you sweet? who gave you this array
The rose replied "But yesterday I lay
Beside an earthen pot, a lamp of clay;
The lamp was lit with love; its holy flame
Did gently breathe on me, then I became
With fragrance sweet; the lamp's immortal light
Did make me beautiful, did make me bright
No longer now I am a weed, because
The glance of love did change me in a rose"

E. K.

So you see, it was by love's alchemy that a scentless worthless weed had been transformed into a rose! You have looked with eyes of love at the things that God has created! Beneath the eyes that are lit with the light of love all things become beautiful and fragrant! You look upon birds with the glance of kindness and love and beneath your

# تعارفي خط

پاڪستان جي اعليٰ قانوندان، فيلسوف، اڳوڻي وزير، سفيرِ پاڪستان ۽ علامہ قاضي صاحب مرحوم جي معتمد خاص جناب الله بخش ڪريم بخش بروهيءَ جو (ڪتاب جي مواد بابت) تعارفي خط انگريزيءَ مان ترجمو ڪيل



جناب الله بخش بروهي صاحب

ڪراچي،
11 ڊسمبر 1968ع

# پيارا جي. ايم. سيد

سڀ کان اول آءٌ پدرِ بزرگوار، علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب جي، اوهان ڏي موڪليل خطن جي، ڪتاب جي تعارف موڪلڻ ۾ دير لاءِ معافي گهران ٿو. جيئن ته وڪالت جي مشغوليءَ ڪري گهڻي فرصت پئي ملي اٿم، تنهنڪري ساري مسودي کي اکر به اکر پڙهي، تعارف لکڻ ۾ دير ٿي ويئي آهي.

جنهن صورت ۾ علامه قاضي صاحب جي خطن جو اهو مجموعو سندن تعليمات ۽ روشنيءَ طبع جو پتو ڏيئي سگهندو، تنهنڪري ان تي وڌيڪ روشني وجهڻ جي عيوض هي خط ئي تعارف جو ڪم ڏئي سگهندو. ان کي تعارف طور ڇپائي سگهو ٿا.

مون کي خطن جي پڙهڻ بعد هن ڳالهه جو بخوبي احساس ٿيو آهي ته، مُربيمِ قاضي صاحب جو ڪيتريقدر نه اوهان سان پيار هو! ان جو اندازو هنن خطن جي پڙهڻ بعد هر ڪنهن کي پئجي سگهندو.

علامه قاضي صاحب اعليٰ درجي جو اديب هو، جنهن جي جهلڪ سندس خطن مان پئجي سگهي ٿي. هن حن به ماڻهن کي خط لکيا، تن انهن کي قيمتي خزانو تصور ڪري محفوظ رکيو آهي. سندس خط واقعي ذهني ۽ روحاني معلومات جو وڏو ذخيرو ميسر ڪن ٿا. ازانسواءِ، آءٌ اهو به محسوس ڪريان ٿو ته پاڻ جن کي به خط لکيا اٿن، تن جو مقصد انهن ماڻهن جو روزمره جي خسيس ۽ معمولي معاملن ۽ خيالن کان توجهه هٽائي، اعليٰ فڪر ۽ عمل جي ڳالهين سان روشناس ڪرڻ جو هو. سندن ان ساري خط و ڪتابت پويان اعليٰ محبت جو جذبو ڪار فرما نظر اچي ٿو.

سندن محبت حقيقي ۽ غير شخصي هوندي هئي. هان شايد اهو سوال پڇو تہ 'محبت بہ ڪڏهين غير شخصي ٿي سگهي ٿي؟'

ان جي جواب ۾ والد بزرگوار قاضي صاحب جي مون سان ملاقات جي دوران ڪيل گفتگو ۾ ذڪر ڪيل هڪ نقطي جو حوالو پيش ڪريان ٿو:

"ترقي يافتہ ارواح لاءِ محبت فطرت ثاني ٿيو پوي، جا ڪنهن ارادي يا خواهش جي محتاج نٿي رهي."

ان جي تشريح آءٌ هن طرح ڪري سگهان ٿو تہ جهڙيءَ طرح هڪ شيدي پنهنجي فطرت سببان ڪارو هوندو آهي ۽ ساندي وانگر ڪيس رنگ ٽائڻ جو اختيار نہ هوندو آهي، تهڙيءَ ريت برگزيده اشخاص، جن پاڻ کي هيٺانهينءَ سطح کان چاڙهي بلند ڪري ڇڏيو آهي، سي فطري طور همہ گير محبت جا مخزن بنجيو پون. اهي 'تون' ۽ 'مان' جي صفت کان آزاد ٿي وڃن ٿا، تنهنڪري سندن محبت، سموريءَ انسانذات لاءِ وقف ٿيو پوي، نہ رڳو ايترو، پر پــريان سندي پار (ساري ڪائنات) کي محبت جي ئي نظر سان ڏسڻ لڳن ٿا.

اهڙا بزرگ مادي حُدود ۽ رنگ و بوءِ جي فرق کان مٿي چڙهــي، هر شيءِ ۾ حسن ازليءَ جي تجلي ڏسي، ان کي پيار ڪرڻ لڳن ٿا.

جڏهين ڪو شخص اهڙي درجي تي پهچي ٿو، تہ ان جي محبت، غير شخصي ۽ همہ گير صورت اختيار ڪري ٿي. پوءِ هن جي محبت گلاب جي گُل جي خوشبوءِ وانگر هر ڪنهن کي پنهنجيءَ سڳنڌ سان معطر ڪري ٿي ۽ منجهانئس بدبوءِ اچڻ جو امڪان نہ آهي.

اها تعجب جي ڳالهہ نہ آهي تہ جو بہ شخص پدرِ بزرگوار، علامہ قاضي صاحب جي محبت مان مستفيد ٿيل هو، تنهن تي اهو اثر ويٺل هوندو هو تہ هن (قاضي صاحب) سڀ کان زياده کيس پيار ڪيو ٿي. اهو تجربو سندس ڪيترن مدح خوانن، دوستن ۽ خود منهنجو (بہ) آهي.

مون کي پيار ۽ محبت جو ايڏو پُرڪيف اثر، ڪنهن بہ ماڻهوءَ مان ميسر نہ ٿيو آهي، جهڙو مُربيمِ قاضي صاحب مان. مون کي اميد آهي تہ تو بہ اها ئي ڪيفيت محسوس ڪئي هوندي.

محترم قاضي صاحب جي گذريل چاليهن سالن جي خط و ڪتابت کي شايع ڪرائڻ مان مون کي اميد آهي تہ تنهنجي خاص مراد، هن دور جي اعليٰ شخصيت جي، توهان ۾ پيار، اعتبار ۽ دعائن جي اظهار جي پڌرائي آهي.

بيشڪ توھان جي زندگيءَ سان وابستہ چگين لياقتن مان ھيءَ بہ خاص آھي تہ ھن دور جي برگزيده انسان جي محبت ۽ توجھہ جو مرجع رھيا آھيو. واقعي توھان جي دل جمعيءَ ۽ تسڪين طبع لاءِ اھا ھڪ وڏي غنيمت آھي ان لاءِ توھان کي خدا جو شڪر گذار ٿيڻ گھرجي.

مون کي اھو معلوم ڪري نھايت خوشي ٿي آھي تہ، گھڻي وقت تائين محترم قاضي صاحب، سن ۾ مڪتبِ حڪمت کولي، سنڌي مسلمانن جي اخلاقي، ذھني ۽ نفسياتي اصلاح لاءِ ارادو رکندو آيو. واقعي جيڪڏھن 1930ع جي ابتدائي سالن ۾ اھڙو ادارو قائم ٿئي ھا تہ بيشڪ اھو مسلمانن جي نشاطِ ثانيہ جو وڏو مرڪز بنجي، ڪم ڏئي ھا. ان جي ذريعي تربيت يافتہ مرد ۽ عورتون، دنيا ۾ پکڙجي، انسانذات جي اخلاقي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ مبلغ ۽ مصلح ٿيڻ جو ڪم ڏين ھا.

پدرمِ قاضي صاحب پنھنجي ھڪ خط ۾ اھڙيءَ تعليمات لاءِ سن کي مرڪز بنائڻ طرف اشارو ڏئي ٿو، ھو واقعي اھڙي اداري جي رھبري ڪرڻ جو اھل ھو.

ھتي آءٌ سندس 1- جولائي 1931ع جي خط جو ھڪ ٽڪرو، حوالي طور پيش ڪريان ٿو:

"ھا، سن ۾ رھڻ مون کي زياده پسند اچي ٿو. مون کي سنڌي مسلمانن جو ماضي اجا دل تي تازو آھي، جيتوڻيڪ اھو خاڪ ۾ مليل آھي."

"مرتضيٰ جو غلام ٿيڻ، دنيا جي وڏي ۾ وڏيءَ بادشاھت کان بالاتر آھي."

"محمد ﷺ کھڙو نہ سھڻو نالو آھي. حيف آھي دنيا کي، جو پنھنجي وڏي کان وڏي محسن کي وساري ويٺي آھي. ھيءَ دنيا، محمد ﷺ کان اڳ تنگ ۽ تاريڪ جھنگل ھئي، جنھن مان ڪوبہ رستو روشنيءَ طرف نيندڙ نہ ھو."

صلي الله عليٰ نوراً کزوشد نورھا پيدا

يعني، خدا جون برڪتون ان نور تي ھجن، جنھن مان بيون سڀ روشنيون پيدا ٿيون.

کھڙي نہ سھڻي مدح ھڪ اڌ پڙھيل سنڌي شاعر ڪئي آھي:

جڏھن چايو محمدا، تڏھن ڊپ لھي ويو ڊاءُ،
لٿو انڌارو عالم تان، ٿيو سوجھرو صفا!

افسوس تہ ان محمد ﷺ جا پوئلڳ ئي آهن جي پاڻ وڏيءَ اونداهيءَ ۾ قاتل آهن، جن ڪجھ وقت اڳ، ساريءَ دنيا جي رهبري ڪئي تي.

”منهنجا پيارا پاءِ، منهنجي اچڻ ڪري توکي تڪليف تہ ڪانہ ٿيندي؟ ڇا ان ڪري توکي پنهنجا موجوده سماجي ڪاروبار، جن ۾ تون مشغول آهين، ڇڏڻا ڪرڻا تہ نہ پوندا؟ آءٌ توکان پنهنجي خاطر قرباني ڪرائڻ نٿو چاهيان. تون مون کي سجاڻين، مون لاءِ اها وڏي ڳالھ نہ آهي تہ صرف هڪ چادر ۾ ئي گذاري سگهان ٿو. ورهين جا ورهيہ ائين ڪيو اٿم ۽ منبر تان بانگون بہ ڏنيون اٿم. آءٌ پراڻو موذن آهيان. مون انن ورهين جي عمر ۾ ائين ڪيو هو، اهو جهڙو منهنجو ورثو آهي، تهڙو تنهنجو.“

تو کي خبر آهي تہ محترم قاضي صاحب انهيءَ مشن جي سرانجاميءَ لاءِ سال 36-1939ع ڏاري، ڪراچيءَ ۾ رهڻ وقت، مسلم هاسٽل، ڪچهري روڊ تي مسجد ۾. خطبن ۽ نمازن پڙهائڻ ذريعي گهڻي ڪوشش ڪئي هئي.

اهو ئي زمانو هو، جو اسان مان ڪيترن ئي نوجوانن سندس اعليٰ شخصيت کان متاثر ٿي، وٽانئس ذهني ۽ روحاني حظ حاصل ڪيو.

واقعي سندس ساري زندگي پيغمبرِ اسلام ۽ قرآن جي تعليم ۽ روشنيءَ کي دنيا تائين پهچائڻ ۾ گذري.

مون کي پڪ آهي تہ توڏانهن سندس لکيل خطن جو شايع ٿيڻ نہ صرف سندس مصاحبن لاءِ دلي تسڪين ۽ خوشيءَ جو باعث ٿيندو جي ڪيس پنهنجو رهبر سمجهندڙ هئا، پر توسان سندس تعلقات جو مسلم ثبوت، سَندَ ۽ يادگار تي ڪم ايندو.

منهنجي نظر ۾، اسان جا ايندڙ نسل تنهنجا شڪر گذار ٿيندا جو تو هن دور جي اعليٰ هستيءَ جي خط و ڪتابت کي شايع ڪري، عام منظر تي آندو آهي.

مون کي خطن جي فائيل مان مادر ايلسا قاضيءَ، جا لکيل ٻہ خط بہ نظر مان گذريا آهن. مون کي پتو نہ آهي تہ تون انهن کي محترم قاضي صاحب جي خطن سان گڏ ڇپائڻ گهرين ٿو يا جدا؟ منهنجي راءِ ۾ اهي خط جدا ضميمي طور ڇپايا وڃن تہ بهتر ٿيندو.

12- اپريل 1932ع تي، مادر ايلسا قاضيءَ، لنڊن مان توڏي هڪ خط لکيو آهي جو خط نويسيءَ جو هڪ شاهڪار آهي. هن شيخ سعديءَ جي فارسي

بيتن، جي ”تہ ڪيئن گل، مٽيءَ ڪي خوشبوءِ پهچائي ٿو“، جي عجيب غيرفاني تشريح ڪئي آهي. ان ۾ لکي ٿي تہ:

”جڏهن بوٽي ڪان پڇيم تہ هو ڪهڙيءَ طرح گلاب جو گل بنيو؟ ڪنهن منجهس اهڙو حسن پيدا ڪيو؟ ۽ ڪهڙيءَ طرح منجهس اها خوشبوءِ آئي؟“ تڏهن گل جواب ڏنو. ”ڪالهوڻي ڪالهہ آءُ نڪر جي ڪونديءَ ۾، مٽيءَ جي ڍير اندر پيل هوس. اها مٽي محبت جي جلوي سان پرپور هئي. ان جي پاڪ تجلي آهستگيءَ سان مون ۾ پرجي ويئي، جنهن جي طفيل ئي مون ۾ هيءَ خوشبوءِ پيدا ٿي آهي. ان محبت جي غيرفاني نور، مون کي خوبصورت ۽ چمڪندڙ بنايو آهي. هاڻ آءُ معمولي بوٽو نہ آهيان. محبت جي نظر مون کي گلاب جو گل بنائي ڇڏيو آهي.“

مٿي ذڪر ڪيل مصراعن جي تشريح مان ضمني طور سندن شخصيتن جي خيالي پرواز ۽ راهبر اثرات جي نشاندهي ٿئي ٿي. انهن بنهي خدا جي بندن، پنهنجن مصاحبن جي زندگين ۾ جو ڦيرو آندو، ان جو پورو مثال مٿئين حوالي مان پئجي سگهي ٿو، تہ ڪهڙيءَ طرح نہ ان اعليٰ روح، اسان جهڙن جي مٽيءَ کي نئين زندگي بخشي ڇڏي.

سينٽ ڊي يو گسپر چوي ٿو تہ:

”روح، ماده ۾ حلول ٿيڻ ڪري ماڻهو پيدا ٿئي ٿو، رڳو برندڙ شمع ٻين ٻتين کي روشن ڪري سگهي ٿي.“

هڪ عربي چوڻي آهي تہ:

”صرف اَنجير جو وڻ ئي پنهنجي پاڇي وجهڻ سان ٻئي اَنجير جي درخت کي بارآور ڪري ٿو.“

مقناطيسي ڪشش جي ڪليہ قانون وانگر، نجات يافتہ (خدا رسيده) شخص ئي پنهنجي ڪيميائي نظر سان، ٽامي مان سون بنائي سگهن ٿا. جهڙيءَ طرح سج جي گرمي ۽ روشني، نباتات ۾ زندگي پيدا ڪري ٿي.

قرآن ۾ فرمايل آهي تہ:

”خدا زمين ۽ آسمان جو نور آهي، جنهن کي چاهي، پنهنجي نور سان منور ڪري سگهي ٿو.“

وڏيڪ قرآن ۾ اهو بہ آيل آهي تہ:

"اهو الله ئي آهي جو ماڻهن کي اونڌهہ مان ڪڍي سوجهري ۾ آڻي ٿو."

منهنجي خيال موجب برگزيده بزرگ ئي رهبر ٿي، اسان کي نفساني خواهشن جي قيد کان آزاد ڪري، فڪر جو مادو بخشي، حسن ازلي، سچ ۽ نيڪيءَ سان روشناس ڪرائي سگهن ٿا.

مُربيمِ قاضي صاحب جي هنن همدردانہ خطن مان اهو صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ هو عاشقِ رسول هو ۽ ڪيس پيغمبر خدا جي پوئلڳن جي اصلاح جو بي انتها شوق هو.

هنن خطن جي وسيلي اسان کي علامہ صاحب جي فيض بخش اثر ۽ طاقتور شخصيت جو پتو پوي ٿو.

توهان جي محبت رکندڙ

**اي. ڪي. بروهي**

---

# پيش لفظ

جڏهن پوي ياد، صحبت سپرين جي
فريــادون فـــرياد، ناگهہ وجن نڱئو. (شاهہ)

1925ع کان جڏهين مختلف علمن جي ڪتابن پڙهڻ، جدا جدا مذهبن جي تعليم مان واقف ٿيڻ، مٽيريلزم (دهريت) جي دليلن کان متاثر ٿيڻ، ۽ تاريخ ۽ فلسفي جي مطالعي منهنجي روايتي مذهبي اعتقادن جي ديوار ۾ شڪن جا سوراخ وجهڻ شروع ڪيا، تہ ذري گهٽ ناستڪ ٿي وڃڻ جو امڪان هوم.

عين انهيءَ وقت ڏاري ضلعي لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جي ڪم سان ڪراچيءَ ۾ جاءِ وٺي رهڻ جو موقعو مليو. خوش قسمتيءَ سان چند اهڙن صالحن جي صحبت نصيب ٿي، جنهنڪري شهري زندگيءَ جي خراب اثرن کان محفوظ رهي سگهيس. مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا، مسٽر حاتم علوي، مسٽر غلام علي چاڳلا، مولانا محمد صادق کڏي وارو ۽ مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي انهن مان مکيہ هئا. پهرين ٽن جي اثر ڪري، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ وقت بوقت وڃي ليڪچرن ۽ بحث مباحثن ٻڌڻ جا موقعا مليا. قاضي صاحب جي پهرين ملاقات ۽ ديدار پڻ اُتي نصيب ٿيو. اُتي ئي سندس خيالات مان واقف ٿيڻ جو پهريون پيرو موقعو مليو. ان کان پوءِ سگهوئي وٽن وڃي، ساڻن ملاقاتن ذريعي، پنهنجي پيدا ٿيل شَڪن جي دفع ڪرڻ ۽ مختلف مسئلن تي معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آيس.

جيئن تہ آءٌ 1920ع کان اڪثر ڊائري لکندو رهيو آهيان، تنهنڪري قاضي صاحب جي ملاقاتن جون ڪيترين تاريخون ۽ هر ملاقات ۾ ٿيل گفتگوءَ جو تت منهنجي ڊائريءَ جي ڪيترن ئي ورقن ۾ موجود آهي. انهن جو منفصل ذڪر

طوالت جو باعث سمجهي، هتي ڪرڻ مناسب نٿو ڄاڻان. جڏهين بہ ڪراچيءَ ۾ هوندو هوس، تہ سندس ملاقاتن ليڪچرن مان مستفيد ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. ڳوٺ اچڻ بعد بہ خطن ذريعي نصف ملاقات طور اُنهيءَ سلسلي کي جاري رکندو آيس. جڏهين پاڻ ولايت ڏي ويا ٿي، تہ اتي بہ ساڻن خط و ڪتابت ٿيندي رهي ٿي، مون حتي الامڪان سندن آيل جملي خطن کي خستوريءَ وانگر محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ممڪن آهي ڪي خط شايد زماني جي هيٺ مٿانهين ڪري گم ٿي ويا هجن، پر انهن جي ڪثرت مون وٽ محفوظ آهي، جا ناظرين اڳيان هن ڪتاب جي صورت ۾ پيش ڪريان ٿو.

1934ع ۾، ولايت کان جڏهن واپس آيو، تڏهن وري سندس ملاقاتن ۽ خطبن ٻڌڻ جو سلسلو شروع ٿيو. پاڻ ڪڏهين حيدرآباد ۾ رهندا هئا تہ ڪڏهين ڪراچيءَ ۾. سندن رهڻ جون مختلف جايون اجا تائين اکين اڳيان پيون ڦرن. فليٽ نمبر 4 وڪٽوريا روڊ، صدر ڪراچي، حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ بنگلو نمبر 4، قاضي ميان علي محمد جي جاءِ برٿو روڊ ڪراچي، برسٽل هوٽل ڪراچي، پيسٽنجي هائوس گارڊن ڪوارٽر ڪراچيءَ جون جايون بخوبي ياد اٿم.

سندن ملاقاتن ۽ صحبت مان جا معلومات ميسر ٿي، سا مشڪل سان سون ڪتابن پڙهڻ مان حاصل ٿي سگهي ها. بقول شاعر:

يڪ زمانہ صحبتِ با اوليا، بهتر از صد سالہ طاعت بي ريا.

مون ۾ جيڪو بہ اسلام جي صحيح تخيل، محبت نبويءَ ۽ انساني همدرديءَ جو ذرو موجود آهي، ان لاءِ قاضي صاحب جي ملاقاتن ۽ صحبت کي وڏو دخل آهي.

سندن صحبت بعد آءٌ هيٺين نتيجن تي پهچي سگهيس.

(1) ڪائنات رٿا ۽ مقصد سان بنايل آهي:

ابتدا ۾ جڏهن پهريون مذهبي اثر، مختلف ذڪر ڪيل وجوهات سبب ٽٽڻ لڳو، تہ غور فڪر ڪرڻ بعد دنيائي معاملن ۽ زندگيءَ جي ڪاروبار ۾ بي ترتيبي ۽ بي ڍنگائي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳي هئي، جهڙوڪ:

(الف) روزانہ ڪروڙين ماڻهو غربت ۽ مسڪينيءَ ڪري، باوجود مشقت ۽ مزدوريءَ جي بہ، پوري ڪاڌي، ڪپڙي ۽ اَجهي نہ هئڻ سبب حيران ۽ پريشان نظر آيا ٿي، تہ

ٻئي طرف چند ماڻهو بنا ڪنهن سخت محنت جي، عيش آرام جي زندگي گذاري رهيا هئا.

(ب) ڪروڙين ماڻهو مرضن ۽ طرح طرح جي مصيبتن ۾ گرفتار هئا. ڪي ڄمندي لنگڙا، لولا، انڌا ۽ گونگا بنا علاج جي حياتي گذارڻ تي مجبور هئا، تہ ڪن تازا توانا ۽ تندرست رهي، بنا ڪنهن تڪليف جي پينگهي کان قبر تائين فرحتن ۾ وقت پئي گذاريو.

(ج) ڪيترا جهيڙا، لڙايون، ظلم ۽ فساد، ڏاڍن جي حرص ۽ خود مطلبيءَ جي پورائي لاءِ ٿيا ٿي، جنهنڪري دنيا ۾ دک ۽ درد پکڙيو پيو هو.

(د) هڪڙا ماڻهو حسين ۽ ٻيا ڪوجها، هڪڙا عاقل ۽ ٻيا جاهل. هڪڙا شاهوڪار ٻيا غريب، هڪڙا زبردست ٻيا هيڻا. هڪڙا رحمدل ۽ ٻيا ظالم هئا.

(هہ) ڌرتين جي ڌٻڻ، طوفانن جي لڳڻ، سيلابن جي اچڻ ۽ باهين ۽ بيمارين وغيره ڪري لکها جانيون بي گناهہ تباهہ ٿيون ٿي.

جڏهن انهن ڳالهين تي غور ٿي ڪيم، تہ منهنجي ناقص سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ جيڪڏهن ڪائنات ڪنهن رٿا ۽ مقصد سان بنايل هئي، تہ ان ۾ عدل ۽ انصاف ڇو موجود نہ هو ۽ ڇا جي لاءِ هيءَ بي ترتيبي، بي ڍنگائي ۽ انتشار موجود هو!

قاضي صاحب جي صحبت اُنَ تصوير جو ٻيو طرف ڏيکاريو. فرمايائون- ٠

سِجن جي چوطرف سيارن جي باقاعدگيءَ سان ڦرڻ، ستارن جي مقرر مفاصلن تي خلا ۾ قائم رهڻ ۽ مقرر زمانن ۾ چڪر لڳائڻ. راتين پٺيان ڏينهن جي اچڻ. موسمن جي تبديليءَ، هر جاندار شيءِ جي ڄمڻ ۽ مرڻ. پاڻيءَ جو سمنڊن مان ٻاڦ رستي ڪڪر ٿي، برف بنجي، دريائن ۽ بارشن ذريعي زمينن کي سيراب ڪري، ٻيلن ۽ ٻوڪن بنائڻ ۾ ترتيب ۽ يڪسانگي هئي.

اول ۾ ذڪر ڪيل بي ترتيبي سطحي نگاھ جو ڪارڻ
هئي، اونهي غور بعد سموري مسئلي ۾ هڪ رٿا ۽ ترتيب نظر
آئي تي. پهرئين غلط نقط نگاھ جو مکيه ڪارڻ ڪائنات جي
منصوبه ساز جي اونهن اسرارن جي عدم واقفي هئي.

انهيءَ سمجهاڻيءَ بعد قرآن جي هن آيت جي حقيقي معنيٰ جو مفهوم سمجهڻ ۾ اچڻ لڳو:

"ما خلقت هذا باطلا"

(يعني، ڪابه شيءِ بيڪار ۽ بنا مقصد جي نه ناهي ويئي هئي.)

ان مان معلوم ٿيو ته خلقت حادثو نه هئي، بلڪ رٿا ۽ پلئن سان بنايل هئي. ظاهري بي ترتيبيءَ جو مکيه سبب خدا جو شخصي يا محدود تصور هو. قاضي صاحب جن هميشه، اُن تي شيخ سعدي عليه الرحمت جو هيءُ بيت اُچاريندا هئا—

اي برتر از خيال و قياس و گمان وهم،
وز هرچه گفته اندر وشنيديم و خوانده ايم،
مجلس تمام گشت و به آخر رسيده عمر،
ما همچنان در اول وصف تو مانده ايم.

(2) مسئلي وحدت الوجود (ويدانت) جي ساڄاه —

جنهن مطابق هر شيءِ جو مرڪز ذات الاهي هو، بيون سڀ شيون اُن جي صفات، تجلي يا پرتوو هيون. انهيءَ تعليم جي ذريعي سنڌ جي صوفياءِ ڪرام، جهڙوڪ: شاھ عنايت عليه الرحمت، شاھ عبداللطيف عليه الرحمت، سچل سرمست عليه الرحمت، وغيره جي ڪلام، جو ننڍپڻ کان ٻڌندو آيو هوس، جي معنيٰ ۽ مطلب جو پتو پوڻ لڳو.

هر شي دي وچ تونهين وسدا، اپنا آپ چھپايئی کيون!
اندر باهر تونهين وسيا، بانورا لوک پلايئی کيون!
(دلپت- طالب شاھ عنايت عليه)

- سو هي سو هوءَ، سو اجل سو الله.
سو پرين سو پساه، سو ويري سو واهرو. (شاھ لطيف)

- صورت جو سبحان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو. (سچل عليه)

(3) ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت -

وٿانئن معلوم ٿيم تہ انسان ذات لکن ورهين کان هن دنيا ۾ پيدا ٿيل هئي. ان جي پيدائش کان وٺي، انسانن ۾ ڪي عقيدا، رسمون، رواج ۽ عبادتن جا طريقا مروج پئي رهيا هئا، جن مختلف زمانن، ملڪن ۽ قومن جي ضرورتن ۽ تقاضائن مطابق جدا جدا صورت اختيار ڪئي هئي، جن آهستي آهستي تي عالمگير مذهبن جي صورت ورتي. اهي سڀ ڳالهيون قانونِ ارتقا (فطرت) موجب مختلف دورن جي ذهني معيارن، وقت جي ضرورتن ۽ سماجي تقاضائن مطابق هڪ ٿي زنجيري سلسلي جُون ڪڙيون هيون. اسلام اُنهيءَ نقطي نگاهہ جي افشاي راز جو پيغام آندو، جنهن ظاهري ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت ڏيکاري، ۽ تسلسلِ حيات، اتحادِ انساني، امن عالم ۽ ترقي اشيا جو راز سمجهايو.

ڏسڻ ڏسين جي، تہ هم ڪي حق چئين،
شارڪ! شڪ مَ ني، انڌا! انهيءَ ڳالهہ ۾. (شاهہ)

(4) اسلام (قانون فطرت) کي ڪڏهن بہ محدود ۽ مڪمل ڄاڻڻ روح اسلام جي خلاف هو-

دنيا جي هر شيءِ مسلسل طور ارتقا پذير هئي. دؤر بدلبا رهيا ٿي، جهڙوڪ: پٿر جو دؤر، ڪٺ جو دؤر، لوهہ جو دؤر، وحشيانہ دؤر، بدويانہ دؤر ۽ زراعتي، تجارتي، هنري ۽ سائنسي دؤرَ. هر دؤر جون ضرورتون ۽ تقاضائون علحده هُيون. انڪري هر دؤر جا قانون، دستور ۽ عقيدا مختلف هئڻ ضروري هئا. انهن کي محدود ۽ مسدود ڪري، مڪمل ۽ آخري ڄاڻڻ قانونِ فطرت جي، روح جي خلاف هو.

(5) دين وحدتَ خيالَ ۽ عمل جو مجموعو هو-

اسلام (دين فطرت) کي چند عقيدن، قانونن ۽ دستورن تائين محدود ڪرڻ ۽ ان جي پوئلڳن کي وحدت خيال ۽ عمل کان سواءِ جدا گروهہ تسليم ڪرڻ قرآني تعليم ۽ معيار: جي خلاف هو. علامہ مشرقيءَ جي "تذڪري" ۾ مسلمان جي بيان ڪيل تشريح کي پاڻ صحيح مسلمان جي بهترين تشريح تي ڄاڻائون- يعني هيءَ تہ:

”هر صالح ماڻهو، پوءِ ظاهري طرح هو ڪهڙي بہ مذهب جو پوئلڳ هو، مسلمان هو، ۽ هر غير صالح ماڻهو، پوءِ ڪٿي ظاهري طرح هو مسلمانن جي قطار ۾ شمار ٿيل هجي، غير مسلم هو“.

قرآن جي هيٺين آيت ان جي ثبوت ۾ پڙهندا هئا -

ان الذين آمنوا والذين ها دوا والنصاريٰ والصابئين من آمن بالله واليوم الآخر و عمل صالحاً فلهم اجرهم عند ربهم ولا خوفٌ عليهم ولا هم يحزنون٥

(معنيٰ- جن ايمان آندو آهي (مسلمان) ۽ جي يهودي يا نصاريٰ ٻئي مذهب جا آهن، ۽ انهن خدا تي ايمان آندو آهي، انسان جي روشن مستقبل ۾ ويساه اٿن ۽ چڱا ڪم ڪن ٿا، تن کي خدا وٽان فائدو ملندو ۽ اهي خوف خطري (تنزل ۽ موت جي) کان آجا آهن.)

باوجود انهيءَ صريح حڪم جي نجات ۽ جنت (حقيقي خوشي ۽ ترقيءَ) جو حقدار صرف چند اهڙن ماڻهن جي گروه کي ڄاڻي، جن ۾ هر قسم جا غاصب، ظالم، زاني، راشي، استعمال غرضي (ايڪسپلائٽرس) وارا پڻ اچي ٿي ويا— انهيءَ عقيدي جي اصليت مون تي کلي پيئي. اهو مذهب، جو انسانذات مان ننڍ وڏائيءَ، ذات پات، رنگ نسل جي فرقن کي مٽائڻ ۽ مختلف فرقن ۽ مذهبن جي نالي ۾ ماڻهن جي وچ ۾ ڪڙي ڪيل ديوارين کي ڊاهڻ لاءِ آيو هو، جو مساوات، اخوت، اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم جو سبق ڏيڻ آيو هو، سو جدا گروه بنجي اختلاف، اڳرائيءَ، تشدد ۽ هٺ هٺيءَ جو حامي ڪهڙيءَ طرح ٿي سگهيو ٿي؟

(6) <u>سر زمين سنڌ جا رهاڪو هڪ خاص مشن جا پيغامبر هئا:</u> سندس صحبت ۽ تعليم مان مون کي ان ڳالهہ جو پتو پيو تہ سرزمين سنڌ جي رهاڪن کي، مختلف وجوهات جي بنياد تي، جنهن جو منصل ذڪر هن ڪتاب جي آخر ۾ ذيل سندس مضمون نمبر 1 ۾ آيل آهي، انسانذات جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ خاص پيغام پهچائڻ جو منصب سپرد ٿيل آهي. اسان کي ان جي سرانجاميءَ لاءِ تيار ٿي ڪم ڪرڻو آهي.

(7) متي ذڪر ڪيل مقصدن جي حصول لاءِ: سنڌ ۾ هڪ مرڪز (خانقاهه يا آشرم) بنائي، مخلص ۽ قربانيءَ جي مجسمن ۽ راسخ العلم ڪارڪنن کي تعليم ۽ تربيت ڏيئي، مشنري تي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻو هو.

قاضي صاحب مرحوم سان گهري واقفيت، سندس لکيل خط نمبر 38 مان معلوم ٿئي ٿو ته جولاءِ 1929ع کان ٿيل هئي. ان وقت کان وٺي وقت بوقت سندس صحبت مان مستفيد ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آيس، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته پاڻ مون تي نهايت مهربان ۽ شفيق ٿيندا ويا. آءٌ به جڏهين ڪانئن پري هوندو هوس، ته نصف ملاقات لاءِ خط لکي سندن صحبت کي تازو ڪندو هوس، ۽ پاڻ به مهرباني ڪري خطن ذريعي جواب ڏيندا رهندا هئا. سندن خطن جي اڪثريت انگريزيءَ ۾ لکيل آهي، تنهنڪري پهرين خيال آيو هوم ته، انهن کي ساڳيءَ زبان ۾ ڇپائي، انگريزي ديباچي ۽ حياتيءَ جي بيان سان پاڪستان ۽ دنيا جي مختلف حصن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪريان، پر غور ۽ فڪر بعد هينئين سببن ڪري انهن کي سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪري پيش ڪريان ٿو-

(1) جنهن صورت ۾ سندن خيال هو ته سر زمين سنڌ جي رهاڪن کي انسانذات لاءِ خاص پيغام ڏيڻو هو، ان جي ابتدا سنڌ مان ڪرڻي هئي، هتي ئي مرڪز بنجڻو هو، انڪري ضروري سمجهيم ته اول ۾ اهل سنڌ کي متي ذڪر ڪيل پيغام کان واقف ڪري، سندس منشا پوري ڪجي.

(2) منهنجي خيال ۾ سندس متي ذڪر ڪيل مِشَن جي سرانجاميءَ جا ٻه پهلو آهن:

(الف) بين الاقوامي پهلو

(ب) سر زُمين سنڌ جي مخلص ڪارڪنن جي گروه پيدا ڪرڻ جو پهلو.

پهرئين پهلوءَ جي سرانجاميءَ جو لائق ۽ اهل قاضي صاحب جن مسٽر الهه بخش خان بروهيءَ کي پاتو ۽ هُن کي ئي اُن منصب لاءِ پاڻ مقرر فرمايو هئائون- سندن مختلف اقوال اُن ڳالهه جي دليل طور موجود آهن. ان ڪري اهو ڪم محترم بروهي صاحب جي حوالي ئي سونپجي ٿو. قاضي صاحب مشن جي ٻئي پهلوءَ جي سر انجاميءَ لاءِ بنده کي منتخب فرمايو هو. انهيءَ نقطہ نگاهه موجب، اُن ٻئي پهلوءَ کي پوري ڪرڻ لاءِ اهل سنڌ مان مخلص ڪارڪنن جو گروه پيدا ٿي، پنهنجون خدمتون سندس حقيقي جاءِ نشين مسٽر بروهيءَ جي

سپرد ڪري سگهي، اُن مقصد جي پوئواريءَ لاءِ پڻ هي ضروري سمجهيم تہ قاضي صاحب مرحوم جا هي خط پهريائين سنڌي بوليءَ ۾ پيش ڪيا وڃن.

هي خط مختلف موقعن تي لکيل آهن- جي يا تہ منهنجي لکيل خطن جي جواب ۾ يا روبرو ڪيل گفتگوءَ جي سمجهاڻيءَ لاءِ لکيل هئا- مون ڪي خبر نہ آهي تہ منهنجا خط قاضي صاحب مرحوم جي ڇڏيل ڪاغذن جي ذخيري ۾ محفوظ آهن يا نہ؟ سندن هڪ خط ۾ اهڙو اشارو ڪيل آهي، جنهن مان معلوم ائين ٿئي ٿو تہ اُهي خط پاڻ بہ محفوظ ڪيا اٿن. بهرحال سندن هنن خطن جي پس منظر ۾ ڪثير ملاقاتن وقت ٿيل گفتگو ۽ منهنجي لکيل خطن ۾ ظاهر ڪيل خيالن کي ڪافي دخل آهي. تنهنڪري مناسب ائين سمجهيو اٿم تہ ضرورت سارو اڪثر خطن جي هيٺان مختصر نوٽن ۾ انهن جي پس منظر معلوم ڪرائڻ لاءِ، "شان مڪتوب" بہ پيش ڪريان. اهي نوٽ وڏين ڏنگين ۾ آندل آهن. خطن ۾ ڪٿي ڪٿي مطلب جي واضع ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان ڪجھ لفظ ڏنا اٿم، جي پڻ وڏين ڏنگين ۾ رکيل آهي.

منهنجي خيال ۾ سرزمين سنڌ جي خاص پيغام جا مبلغ صوفياءِ ڪرام، شاه عنايت شهيد عليہ، شاه لطيف عليہ، سچل سرمست عليہ وغيره هئا. هن دؤر ۾ انهيءَ پيغام جو صحيح شارح، جناب علامہ امداد علي قاضي صاحب عليہ الرحمت هو— اسان سڀئي انهيءَ عظيم پيغام جا اسٽوڊنٽ (طالب) يا قاصد (پروپيگنڊسٽ) ٿي، ان جي مشتهريءَ جو ڪم ڪري سگهون ٿا.

- غلام مرتضيٰ

سن

جولاءِ 1968ع

# فصل پهريون

## علامہ صاحب ۽ مسز قاضيءَ جي حياتيءَ جو مختصر احوال

آءٌ سندس زندگيءَ جي مختصر احوال کي هيٺين چئن ڀاڱن ۾ ورهائي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس —

(1) سندن شخصي زندگيءَ جو مختصر احوال.
(2) سندن نتيجۂ فڪر جو لب لباب.
(3) سندن ڪارڪردگي ۽ عملي زندگي.
(4) ساڻن پنهنجي نيازمنديءَ جو مختصر احوال.

## علامہ صاحب جي حياتيءَ جو مختصر احوال:

سندن نالو ميان امداد علي ميان امام علي انصاري هو. سندن ولادت اپريل 1886ع ۾ ٿي ۽ وفات 13- اپريل 1968ع تي 83 سالن جي عمر ۾ واقع ٿي.

قاضي صاحب جا وڏا انصاري خاندان مان اصل پاٽ ضلعي دادوءَ جي شهر جا وينل هئا. سندن چوڻ هو تہ اهي محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيل هئا. پاٽ جو ڳوٺ 603 هہ ۾ ٻڌو ۽ اُن جو اصل نالو باتر (پاتر) هو. علامہ جي والد ميان امام علي ريونيو کاتي ۾ سرڪاري ملازمت سانگي پاٽ مان لڏي اچي حيدرآباد جي شهر ۾ سڪونت اختيار ڪئي.

حيدرآباد شهر ۾ اُن وقت سيٺ محمد حافظ بااثر ۽ ٻيئل ماڻهو هو. قاضي ميان امام عليءَ اُن جي وڏي نياڻيءَ سان شادي ڪئي. جنهن مان ڪيس ٻہ فرزند ۽ يارنهن نياڻيون[1] پيدا ٿيون. فرزند — قاضي ميان فخرالدين امام علي ۽ قاضي ميان امداد علي امام علي.

---

[1] تفصيل لاءِ ڏسو ضميمہ.

سندس نياڻين جو عقد هيئنءَ طرح ٿيو:

پهرينءَ نياڻيءَ جو خانبهادر قاضي ميان غلام نبي (هڪ وقت غلام نبي ڊائريڪٽر آف ايڊوڪيشن) سان عقد ٿيو. جنهن جو اولاد قاضي آفتاب احمد، غلام نبي ۽ ٻيا ٿيا.

ٻيءَ نياڻيءَ جو عقد قاضي ميان علي محمد (هڪ وقت ڊسٽرڪٽ سپرينٽينڊنٽ پوليس) سان ٿيو. جنهن جو اولاد قاضي مشتاق ۽ ٻيا ٿيا.

ٽين نياڻيءَ جو بہ عقد ٿيو. جنهن مان ڊاڪٽر قاضي علي احمد (هڪ وقت ڊائريڪٽر هيلٿ سنڌ) ۽ قاضي غلام مصطفيٰ (هڪ وقت ڪليڪٽر) پيدا ٿيا.

قاضي امداد علي، جو آئينده هلي علامہ آءِ آءِ قاضي سڏجڻ لڳو، اپريل 1886ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم آخوند ميان عبدالعزيز وٽ ورتائين. جيڪو سندس والد صاحب خاص سندس تعليم لاءِ مقرر ڪيو هو. اُن وٽ هُو قرآن مجيد ۽ فارسي پڙهيو. مرحوم قاضي امام عليءَ کي ان ڳالهہ جو گهڻو فڪر هوندو هو تہ سندس فرزند جو عام بازاري ڇوڪرن سان ملڻ نہ ٿئي. انڪري جڏهين ڪيس ڏهن سالن جي عمر ۾ اسڪول ۾ داخل ڪرايائين، تڏهين مٿيون آخوند صاحب ڪيس اسڪول وٺي ويندو هو ۽ وري موٽائي گهر آڻيندو هو.

1902ع ۾ قاضي صاحب کي صوفي فقيرن جي صحبت نصيب ٿي، جن مان ڪي پاٽ جا ۽ ڪي حيدرآباد جا هئا. انهن مان احمد فقير ٽيڀو خاص هو. 1904ع ۾ قاضي صاحب خانگي طرح سنڌي فائنل جي تياري ڪري، امتحان ڏيئي ڪامياب ٿيو. جنهن ۾ فارسيءَ ۾ پهريون نمبر کنيائين. 1905ع ۾ وري خانگي طرح بمبئي يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪ امتحان ڏيئي، ڪاميابي حاصل ڪري، 1906ع ۾ عليڳڙهہ ڪاليج ويو، جتي ڪجهہ وقت رهي، واپس آيو. 1907ع جي مارچ ۾ قاضي صاحب ۽ سندس ماماڻ ميان محمد عبدالقادر حافظ ولايت ڏي پڙهڻ لاءِ ويا. اُتي قاضي صاحب هڪ سال خانگي طرح ايڪانامڪس (اقتصاديات) جي تعليم ورتي. 1909ع ۾ لنڊن اسڪول آف ايڪانامڪس ۾ داخل ٿي. ڊاڪٽر ڪئنٽ وٽ پڙهيو. ساڳئي وقت ڪنگس ڪاليج لنڊن ۾ ڊاڪٽر برائون وٽ سئڪالاجي (نفسيات) جي تعليم ورتائين، ۽ فلاسافي ڊاڪٽر آرنولڊ وٽ بہ پڙهيو. اُهي پروفيسر هاڻ پنهنجي دور جي عظيم استادن ۾ شمار ٿين ٿا. قاضي صاحب اتي خانگي طرح فزڪس (طبيعات) ۽ علم الحيات (بايولاجي) جي تعليم بہ حاصل ڪئي.

1910ع جو سڄو سال جرمنيءَ ۾ رهيو. انهيءَ سال سندس شادي ايلسا قاضيءَ سان ٿي. 1911ع ۾ بئرسٽريءَ جي ڊگري وٺي، واپس وطن موٽيو. موٽڻ بعد مختلف علوم جو مطالعو جاري رکيائين. وقت بوقت جڏهين ولايت ويو، تہ باوجود وڏيءَ عمر جي مختلف استادن کان تعليم حاصل ڪندو رهيو. جيئن تہ 1932-1933ع ۾ شيخ گوما (الاظهر) کان لنڊن اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ۾ عربيءَ جي تعليم ورتائين، ۽ پروفيسر ڊاڪٽر ٽريٽن کان بہ عربي سکيو.

قاضي صاحب مرحوم 1911ع کان 1951ع تائين ڪجهہ وقت سنڌ ۾ گذاريو، تہ ڪجهہ وقت انگلينڊ ۾ گذاريو. وطن ۾ رهائش واري عرصي ۾ ڪجهہ وقت ٽنڊي محمد خان ۾ سول ڪورٽ جو جج ٿي رهيو. ان کان پوءِ ڪجهہ عرصي لاءِ خيرپور رياست ۾ سيشن جج ۽ رياست جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو هوم ميمبر ٿي رهيو. ڪجهہ وقت حيدرآباد ضلعي جو پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي رهيو. انگلينڊ ۾ رهائش جي وقت ڪجهہ عرصو لنڊن اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ۾ سنڌي زبان جو استاد ۽ ممتحن ٿي رهيو. اهو عهدو اعزازي هوس. 1924ع ۾ انگلنڊ ۾ قاضي صاحب کي شعر جي انجمن (Poetory Soceity) جو نائب صدر چونڊيو ويو. ان عهدي تي هُو 1943ع تائين رهيو. 1929ع ۾ کيس انگلنڊ جي فلاسافيڪل سوسائٽيءَ جو لائيف فيلو (تا حيات ميمبر) مقرر ڪيو ويو.

قاضي صاحب ڪجهہ وقت لنڊن شهر ۾ 1929ع کان 1932ع تائين اسلامي تبليغ جو ڪم ڪيو. لنڊن جي ايسٽ اينڊ ۾ ان ڪم لاءِ هڪ تبليغ جو مرڪز کوليائين، جنهن ۾ لنڊن جا رهاڪو، ڪيترا عرب ۽ ٻيا مسلمان ساڻس شريڪ ڪار هئا. ان تحريڪ جو نالو "جميعت المسلمين" رکيو ويو هو. 1933ع ۾ قاضي صاحب برنارڊشا جي مشهور ڪتاب "ائڊوينچرس آف اي بلئڪ گرل ان سرچ آف گاڊ" جي نموني تي هڪ "ائڊوينچرس آف اي برائون گرل ان سرچ آف گاڊ" لکيو.

پاڪستان قائم ٿيڻ بعد حالتون سازگار نہ ڏسي انگلينڊ هليو ويو. هيڙي حساس دل ۽ محبت انسانيءَ ۾ سرشار ماڻهوءَ کي هندن، سکن ۽ مسلمانن طرفان هڪ ٻين جي خونريزين نهايت پريشان ڪري وڌو هو، جي ڳالهيون هن لاءِ ناقابلِ برداشت هُيون. پر پوءِ جڏهين حالتون ڪجهہ بهتر ٿيون، تہ ڪن

دوستن طرفان زور پرڻ تي واپس موٽي آيو. ۽ اپريل 1951ع ۾ اچي سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلريءَ جي چارج ورتائين. سنڌ يونيورسٽيءَ جي حيثيت ان وقت صرف امتحانن وٺڻ واري بورڊ جي هئي. ان کي قاضي صاحب محنت ڪري تعليمي يونيورسٽي بنايو. جتي پوسٽ گريجوئيٽ تعليم جو انتظام ڪيو ويو.

پاڪستان سان مارشل لا لاڳو ٿيڻ بعد جلد ئي يعني سال 1959ع جي مئي مهيني ۾ هن وائيس چانسلريءَ جي عهدي تان استعيفا ڏني. ان کان پوءِ سمورو وقت حيدرآباد شهر ۾ ڪئنٽونمينٽ جي بنگلي نمبر 4 ۾ گوشہ نشين زندگي گذارڻ لڳو.

ننڍپڻ ۾ مائٽن سندس بہ شاديون ڪرايون هيون، پر ولايت وڃڻ کان اڳ انهن سان تعلق نہ رهيو هوس. 1910ع ۾ ايلسا قاضيءَ سان شادي ڪيائين، جنهن سان 1967ع تائين 57 سال گڏ گذاريائين.

مسز قاضيءَ 28- مئي 1967ع تي وفات ڪئي. اُن رفيقِ حيات جي صدمي سندس صحت تي گهڻو اثر ڪيو. هو دنيا ۾ پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳو. باوجود عزيزن طرفان ساڻس گڏ گذارڻ جي آڇن جي، هن اڪيلي رهڻ ۾ لطف محسوس ڪيو. ڪيس حيات بعدالممات ۾ پڪو يقين هو. ٻڌڻ ۾ آيو تي تہ مسز قاضيءَ جي انتقال بعد مانيءَ جي ميز تي، مسز قاضيءَ جي ويهڻ واريءَ جاءِ تي، هميشہ وانگر طعام رکيو ويندو هو، ۽ هن جو بسترو هميشہ وانگر وڇايل رهندو هو. پاڻ 13- اپريل 1968ع تي شام جو سنڌو درياه ۾ ٽپو ڏيئي وڃي خدا سان مليو.

قاضي صاحب جي زندگيءَ ۾ اپريل ۽ مئي مهينا نهايت اهم رهيا هئا. پاڻ اپريل ۾ تولد ٿيا هئا. مسز قاضيءَ سان سندن شادي اپريل مهيني ۾ ٿي هئي. پاڻ اپريل مهيني ۾ وفات ڪيائون. مسز قاضيءَ مئي مهيني ۾ وفات ڪئي. سندن سنڌ ۽ انگلينڊ ۾ رهائش جو وقت پوريءَ طرح معلوم ٿي نہ سگهيو آهي، پر تخميني طور اهو هيٺئين موجب سمجهڻ ۾ اچي ٿو:

| ولايت ۾ رهائش جو عرصو | سنڌ ۾ رهائش جو عرصو |
|---|---|
| 1907ع کان 1911ع تائين | 1911ع کان 1917ع تائين |
| 1917ع کان 1919ع تائين | 1919ع کان 1924ع تائين |
| 1924ع کان 1927ع تائين | 1927ع کان 1929ع تائين |

1929ع کان 1934ع تائين
1934ع کان 1935ع تائين
1935ع کان 1937ع تائين
1937ع کان 1947ع تائين
1947ع کان 1951ع تائين
1951ع کان آخر تائين.

سنڌ ۾ سندن رهائش جون جايون هي هيون-
(1) ٽنڊو محمد خان، فرسٽ ڪلاس سب جج جو بنگلو.
(2) حيدرآباد، ڪئنٽونمينٽ.
(3) خيرپورميرس، سيشن جج جو بنگلو.
(4) ڪراچي، وڪٽوريا روڊ هائوس نمبر 4.
(5) حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ بنگلہ نمبر 4.
(6) ڪراچي، ميان علي محمد قاضيءَ جو بنگلو، برنو روڊ، ۽ پيستنجي هائوس، گارڊن ڪوارٽر.
(7) حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ، هائوس نمبر 4.

سندن آخري مرقد سنڌ يونيورسٽي علامہ آءِ آءِ قاضي ڪئمپس ڄامشورو ۾ آهي.[1]

قاضي صاحب بابت 1929ع کان ٿي افواه ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. انهن جي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ، باوجود گهري واقفيت جي، ڪڏهين بہ جريت نہ ٿي ۽ نہ مناسب سمجهيم تہ، سندس شخصي زندگيءَ متعلق پکڙيل افواهن بابت ڪانئن دريافت ڪريان. سندن آخري وفاتيءَ جي ڪارڻ بعد انهن جي اظهار ڪي غير مناسب نٿو ڄاڻان. انهن ڪي ڪيتري قدر وقعت ڏجي، ان بابت هرڪو پنهنجي راءِ قائم ڪري سگهي ٿو.

(1) اهو مشهور هو، تہ مسٽر قاضي ۽ مسز قاضيءَ جو تعلق رفيقِ حيات جو هو، نہ عام طرح زال مڙس وانگر.

(2) ڪن جو چوڻ هو تہ شاديءَ جي وقت کان وٺي هنن فيصلو ڪيو هو تہ اولاد پيدا نہ ڪندا، جو اُن جي پيدا ٿيڻ بعد محبت ورهائجي وڃي ٿي.

(3) هنن جو پاڻ ۾ وعدو هو تہ گڏجي رهندا ۽ گڏجي وفات ڪندا. جيڪڏهين هڪڙي اڳ ۾ وفات ڪئي، تہ ٻيو جلدي وڃي فوت ٿيل سان گڏجڻ

[1] سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو کي پهرين نيو ڪئمپس سڏيو ويندو هو. هاڻ علامہ آءِ آءِ قاضي ڪئمپس نالو ڏنو ويو آهي.

جي ڪوشش ڪندو، جن طريقن مان خودڪشي بہ هڪ طريقو هو. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ وفاتيءَ کان اڳ گهڻو وقت پاڻ انهيءَ مسئلي تي پئي سوچيو اٿن. جوڻ ۾ اچي ٿو تہ ڪجهہ وقت اڳ پاڻ قاضي فيض محمد نواب شاهہ واري سان، جو سندس معتقدن مان هڪ آهي، ان مسئلي تي گفتگو ڪئي هئائون. ازانسواءِ وفاتيءَ کان ٿورو اڳ پروفيسر غلام مصطفيٰ خان صاحب، سنڌ يونيورسٽيءَ جي وڏي عالم، صاحبِ فڪر ۽ تقويٰ، سان ٻڌڻ ۾ آيو تہ ان مسئلي تي شريعتي نقطي نگاهہ کان گفتگو ڪري، خودڪشيءَ جي خلاف ڪا قرآني يا شريعتي سندً حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين، جنهن بابت مٿيون بزرگ وقت اندر ڪا بہ تسليٰ بخش سند ڪيس پيش ڪري نہ سگهيو. ٻيو ڪارڻ اهو بہ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ مسز قاضي هڪ بيماريءَ ڪري هڪ مهينو کن "ڪوما" ۾ بيهوش ٿي ويل هئي. انهيءَ ساڳيءَ بيماريءَ جا آثار هن پاڻ ۾ ڏٺا هئا. خوف هوس تہ جي هو گهڻي عرصي تائين بي هوشيءَ جي حالت ۾ رهيو، تہ ڪيترن ماڻهن جي تڪليف جو باعث بنبو.

## سندن نتيجۂ فڪر جو مختصر لب لباب:

جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان، تہ قاضي صاحب، نفسيات، فلاسافي، تصوف، مذهب، اقتصاديات، تواريخ، علم الحيات، فزڪس، (علم طبيعات) ۽ قانون جي تعليم وٺڻ کان علاوه وسيع ڪتابن جي مطالعي جو مالڪ هو. نوڪريءَ ۾ يا اُن کان ٻاهر زندگيءَ جو گهڻو وقت مطالعي ۽ فڪر ۾ گذاريندو هو، ۽ رڳو ملاقاتن ۽ ٻين دنياوي مشغلن ۾ وقت صرف نہ ڪندو هو. جنهنڪري هو راسخ العلم ۽ صاحب دِل شخص جي درجي تي پهچي چڪو هو ۽ روحاني رازن مان گهڻي واقفيت حاصل ڪري ويو هو. خاص ڪري دنيا جي جملي مذهبن جي ڪافي معلومات حاصل ڪئي هئائين. ان ڪري زندگيءَ جي مختلف مسئلن بابت ڪي پختا نتيجا اخذ ڪري چڪو هو، جن جو اختصار منهنجي نظر ۾ هينيون ٿي سگهي ٿو—

(1) ڪائنات حادثي طور پيدا ٿيل نہ هئي، پر هڪ منصوبي يا رٿا سان ۽ ڪن متصدن لاءِ وجود ۾ آيل هئي. ان سموريءَ ڪارگذاريءَ پويان ڪارساز جو هٿ ڪارفرما نظر ٿي آيس. ان ڪارساز جا ڪيئي تخيل، مختلف مذهبن ۽ فلسفن طرفان پيش ڪيل، سندس نظر مان گذريا هئا.

بقول شاهہ ڪريم:

ڪنز قدوري ڪافيا پڙهي پروڙئين سڀ،
تہ ڪر منديءَ ماڪوڙي ڪوهہ ۾ پيئي ڪڇي اُپ.

ان نتيجي تي پهتو هو تہ ان ڪارساز فطرت جو تخيل انساني فڪر ۽ فهم ۾ سمائجي سگهڻ کان مٿي هو. حافظ شيرازيءَ ساڳئي مسئلي تي فرمايو آهي:

در هر طرف کہ رفتم جز حيرتم نيفزود،
فرياد زين بيابان وز راه بي نهايت.

(2) هن کي فڪر ڪرڻ بعد، فلسفي وحدت الوجود ۾ ڪائناتي عقده جي سلجهائڻ جي صلاحيت ۽ هر مسئلي جي ڪنجي ڏسڻ ۾ آئي هئي.

(3) هن کي تاريخ مذاهب جي پڙهڻ بعد هيءَ ڳالهہ ذهن نشين تي ويئي هئي تہ ابتدائي آفرينش کان انسانذات جي مختلف قبيلن ۽ قومن ۾، جدا جدا ملڪن جي ماحول ۽ سندن ارتقائي حالات ۽ تقاضائن مطابق، ڪي عقيدا، رسمون ۽ رواج، عبادتن جا طريقا ۽ دستور مروج ٿي ويل هئا— جن مذهبن جي تاجي پيٽي جو ڪم ڏنو ٿي. موجوده عالمگير مذاهب انهيءَ مواد جي بنياد تي نون اضافن سان نهيا هئا. اهي سڀ قانون فطرت موجب مختلف دورن جي ذهني ارتقاءَ، ضرورياتِ زندگي ۽ سماجي تقاضائن مطابق هڪ ئي سلسلۂ قانون جون ڪڙيون ۽ مدارج هئا. انهن جي ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت سمايل هئي. اسلام انهيءَ حقيقت جي اظهار ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

(4) سندن نظر ۾ ان بنيادي وحدت جا مکيہ اجزا: (1) تسلسل حيات، (2) وحدت انساني، (3) امن عالم ۽ (4) ارتقائي اشيا هئا.

(5) اسلام ۽ دين فطرت هڪ ئي ڳالهہ هئا. فطرت قانونِ ارتقاءِ هئي. ارتقاءِ جي ڪنجي محبت ۾ مضمر هئي.

عشق سارو اسلام. مذهب محبت عين مبارڪ.

(مصري شاهہ)

محبت ڪثرت کان ڪڍي وحدت طرف ڇڪيندڙ هئي. اتحاد انساني انهيءَ وسيلي حاصل ٿيڻو هو. اتحاد مان امن پيدا ٿيڻ وارو هو. امن عالم انساني ترقيءَ لاءِ نهايت ضرورت هو. انهن بنيادي ڳالهين کي مدِنظر رکندي، هڪ صالح

۽ راسخ العلم ماڻهن جو گروه پيدا ٿيڻ وارو هو. جن کي مٿي ذڪر ڪيل مقاصد جي تڪميل لاءِ ڪم ڪرڻو هو. انهيءَ واسطي اعتقاد ۽ عمل جي يڪساني ضروري هئي. تنهنڪري مذهبن جي پوئلڳن جي موجوده ورهاست مصنوعي ۽ غير فطري هئي. هر صالح ۽ راسخ العلم ماڻهو ان دين فطرت جو پيروڪار هو، ۽ هر غير صالح، جاهل، نفرت ۽ نفاق رکندڙ ماڻهو ان دائري کان خارج هو.

(6) سرزمينِ سنڌ جي رهاڪن کي تاريخي روايات، جاگرافيائي حالات ۽ طبعي ميلان ڪريَ اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقيءَ بني آدم جي لاءِ خاص مشن سپرد ٿيل هئي، جنهن لاءِ هتان ئي صحيح تربيت ۽ تعليم ڏيئي، مخلص ڪارڪنن جو گروه پيدا ڪري، دنيا کي اهو پيغام پهچائڻو هو.

(7) اسلام (دين فطرت) ڪنهن بہ خوف ۽ خطري کان محفوظ هو. اهو روز بروز ارتقاءِ پذير هو. ان کي خطري پهچڻ جو تصور غير اسلامي هو.

انهن مقصدن جي حصول لاءِ سن ۾ سندس رهبري ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي شراڪت سان هڪ مرڪز بنائڻ جي تجويز مرتب ٿيل هئي، جا مختلف سببن ڪري پايہ تڪميل تي پهچي نہ سگهي.

## (3) سندن ڪارڪردگي ۽ عملي زندگي

قاضي صاحب جيتوڻيڪ ظاهري طرح گوشہ نشين، ڪم سخن، سياسي ۽ سماجي سر گرمين کان دور پئي نظر آيو، پر سندس نتيجۂ فڪر سنڌ جي مخلص ۽ سمجهدار ماڻهن ۾ روح ڦوڪي، خدمت خلق لاءِ تيار ڪيو هو، جن مان مسٽر الهہ بخش بروهي، قاضي فيض محمد ۽ ٻيا نوجوان ۽ شاگردن جو هڪ گروه ۽ هي بندو فيضياب ٿيا. هن نہ صرف هتي، پر خود انگلينڊ ۾ جتي ان وقت بين الاقوامي مرڪز هو، هڪ خاص مقام پيدا ڪري مٿي ذڪر ڪيل خيالن جو پرچار شروع ڪيو هو. هو گذريل دور جي درويشن وانگر، ان راءِ جو هو تہ انهن روحاني رمزن ۽ دقيق علمي مسئلن جي سمجهڻ ۽ مشتهر ڪرڻ لاءِ چند اهڙن ڪارڪنن جو گروه پيدا ڪيو وڃي، جي تزڪيہ نفس، حميده اخلاق، صحيح تعليم ۽ تربيت سان آراستہ هجن.

ان مشن جي سر انجاميءَ لاءِ پاڻ ڪاليجن، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ، علمي مجلسن، جمعي نماز جي خطبن، يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي هفتي ۾ هڪ دفعو سمجهائڻ، اهل علم ۽ خاص مصاحبن جي خانگي ملاقاتن ۾ رهبري

ڪرڻ ۾ ساري زندگي صرف ڪئي. اهو سارو ڪم بغير ڪنهن مشتهريءَ ۽ نمائش جي ڪندو رهيو.

سنڌ جي سياست، سماجي ڪمن، ڪلچر ۽ صحيح مذهبي اصلاح جي رهبريءَ ۾ هن جو مخفي هٿ هوندو هو. ان لاءِ هن مختلف طريقن سان ڪم ڪيو. ڪتاب لکڻ، ليڪچر ڏيڻ، جمعي نماز بعد خطبا پڙهڻ، اهلِ علم ۽ جوياءِ حق کي شخصي ملاقاتن ذريعي هدايت ڪرڻ سندس زندگيءَ جا ناقابل فراموش ڪارناما آهن.

هڪ وقت پاڻ فيصلو ڪيائون تہ، قديم درويشن وانگر خانقاه يا آشرم بنائي، اتي مخلص ڪارڪنن کي مٿي ذڪر ڪيل مشن جي سرانجاميءَ لاءِ تربيت ڏني وڃي. مون سياست ڇڏي ان معاملي ۾ سندس خدمت ۾ رهي ڪم ڪرڻ جو وعدو ڪيو. سن جي شهر ۾ منهنجي درياه جي ڪناري واري بنگلي ۾ متعلقہ جاين ۾ اهڙي مرڪز ناهڻ جو فيصلو ٿيو. مون پنهنجا معمولي وسائل ان ڪم لاءِ وقف ڪرڻ جو انجام ڏنو. اهو احوال سندس خطن مان معلوم ٿي سگهي ٿو. مولوي عبيدالله سنڌيءَ جي شرڪت ۽ ڊاڪٽر محمد اشرف سان ان معاملي ۾ ڪيل گفتگو يا خط و ڪتابت ان سلسلي جون ڪڙيون آهن.

اها اسڪيم هينين مشڪلاتن سبب پايہ تڪميل تي پهچي نہ سگهي.

(1) مسلم سوسائٽيءَ ۾ تعليم يافتہ ۽ هوندوارن ماڻهن مان هڪ گروه زندگي وقف ڪري، آشرم جي باضابطہ تربيت حاصل ڪرڻ بعد خدمت خلق لاءِ تيار ٿي ڪم ڪري. ان جو امڪان ڏسڻ ۾ نہ آيس. هو پنهنجن ڌنڌن، نوڪرين ۽ شخصي فرضن ۾ اهڙا ڦاٿا پيا هئا، جو زندگي وقف ڪري اهڙي مشن لاءِ ڪم ڪرڻ واسطي هوءَ تيار نہ ٿي ڏنا.

(2) مسز قاضي، باوجود ان تجويز کي قبولڻ جي، قاضي صاحب جي راءِ مطابق ڳوناٺي ۽ آشرم جهڙي رهبانيت واريءَ زندگيءَ جو بار کڻي سگهڻ جو اهل نہ هئي، ۽ هوءَ ڪيس ڇڏي بہ نٿي سگهي.

پاڻ مضمونن ۽ ليڪچرن کان علاوه هينيان ڪتاب تصنيف ڪيائون:

(1) برائون گرل ان سرچ فار گاڊ (انگريزيءَ ۾)[1]

---

[1] ان جو سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ 1986ع ۾ شايع ڪيو.

(2) شاه عبداللطيف جو رسالو نئينءَ ترتيب سان تيار ڪيائون.[2]

(3) شاه لطيف جي رسالي تي هڪ انگريزي پمفليٽ سندس آرٽ جي تعارف تي لکيائون.[1]

(4) شاه لطيف جي رسالي جي چونڊ اشعار جو مسز قاضيءَ ذريعي انگريزيءَ ۾ منظوم ڪتاب تيار ڪيائون.

(5) سندس انگريزي مضمونن جو مجموعو، بروهي صاحب جي تعارف سان، ”ڪيوئل پيپس ائٽ صوفيا“ جي نالي سان شايع ٿيو.[2]

(6) مسز قاضيءَ جو لکيل ناول، ”اولڊ انگلش گارڊن سئفوفي“ بروهي صاحب جي مدد سان شايع ٿيو، جنهن ۾ حق، حسن ۽ خير جي هڪ متلاشي ڪردار جي تربيت ۽ عمل جو نقش چٽيل آهي.

(7) مسز قاضيءَ جا ٻه شعر جا مجموعا، ۽ سندس هڪ ”ارتقاءِ انساني تي لکيل ڪتاب جي نالي سان شايع ٿيا.

(8) قاضي صاحب ۽ مسز قاضيءَ پنهنجن مضمونن ۽ مقالن جا ڪيترائي مخطوطا ڇڏيا آهن.

ازانسواءِ سنڌ يونيورسٽي ڪاميٽي (جنهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي اسڪيم تيار ڪئي) ڪي ميمبر طور مفيد مشورن سان مستفيد ڪيائون. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ مذهبي تعليم کي لازمي طور رائج ڪرڻ لاءِ، مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ تي چيئرمن ٿي ڪم ڪيائون، جنهن رپورٽ ڏني ته اُن مان فائدي جي عيوض نقصان زياده ٿيندو. سنڌي لٽرري بورڊ، جو پوءِ سنڌي ادبي بورڊ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو، ان جي هڪ اوائلي ميمبر طور ڪم ڪيائون، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جا 1951ع کان 1959ع تائين وائيس چانسلر ٿي رهيا.

## (4) ساٿن نياز منديءَ جو مختصر احوال

جيتوڻيڪ مون ننڍي هوندي کان سندس نالو ٻڌو هو، ليڪن ساٿن پوريءَ طرح واقفيت سال 1929ع جي اوائلي مهينن کان ٿي، سندن صحبت فيض اثر

---

[2] اهو رسالو 1961ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو.

[1] اهو تعارف بعد ۾ “Shah Abdul Latif: An Introduction to his Art” نالي ڏار ڪتاب طور متعارف ٿيو.

[2] هيءَ ڪتاب پهريون ڀيرو 1967ع ۾ شايع ٿيو جنهن جو 1995ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌي ترجمو پڻ شايع ڪيو ويو آهي.

هيٺ، پنهنجي مٿي ذڪر ڪيل مذهب جي دائري ۾ پيدا ٿيل علمي شڪن شبهن مان گهٽڻ جي تسليٰ ٿي.

ڪو وقت هو، جو مون ڪين سن ۾ مهاتما گانڌيءَ جي سابرمتي آشرم جي نموني تي خانقاه بنائڻ لاءِ آماده ڪيو هو، ليڪن مٿي ڄاڻايل سببن ڪري اها تجويز برثواب ٿي نہ سگهي. منهنجي لاءِ سندن محبت ۽ دعائن جو اظهار سندن خطن مان ظاهر ٿئي ٿو. آءٌ پاڻ کي نهايت خوش قسمت سمجهان ٿو، جو هن علام دهر، صاحب دل ۽ صاحب نظر بزرگ جي راءِ منهنجي لاءِ اهڙي بني، جن جو ذڪر سندن خطن ۾ ڪيل آهي.

آنانڪہ خاک را بنظر ڪيما ڪنند.
آيا بود کہ گوشہ چشمي بما ڪنند.

در حقيقت هن زماني ۾ جڏهين مذهب جا بنيادي عقائد ۽ مقاصد ميٽريلزم جي نظريي سان ٽڪرجي، آخري طور غلط يا صحيح هجڻ جي حد تائين زير بحث آهن، تنهن وقت ۾ قاضي صاحب جهڙن بزرگن جو وجود، مذهب جي وجود ۽ تشريح لاءِ نهايت ضروري هو. ليڪن حڪمران طبقي طرفان اسلام جي فسطائي تشريح کي فروغ ڏيڻ ۽ ملن جي باهمي فرقيوارانہ اختلاف ۽ دقيانوسي خيالات ايڏو هنگامو ڪڙو ڪيو هو، جو اهڙن بزرگان حق جو آواز نقاره خاني ۾ طوطي جي آواز برابر وڃي رهيو هو. ان رد عمل ڪري نوجوانن جو ڪثير تعداد مذهب جي رسمي تشريح کان بيزار ٿيندو وڃي.

قاضي صاحب گوشہ نشين، بلند اخلاق، صاحب استغنا، نازڪ مزاج، اعليٰ مفڪر ۽ وسيع معلومات جو خزانو هو. سندس وجود سنڌ لاءِ باعث فخر هو. سندس حساس دل ۽ بلند خياليءَ ساڻن بقول شاعر— ”اي روشنيءَ طبع برمن بلا شدي.“ وارو حال ڪيو.

ارمان اهو اٿم تہ سندس آخري دفعي ولايت مان واپس اچي سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ٿيڻ بعد، سندس صحبت مان گهڻو فائدو حاصل ڪري نہ سگهيس— ڇو تہ پاڻ حيدرآباد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪم ۾ مشغول هئا ۽ منهنجو گهڻو وقت سن ۽ ڪراچيءَ ۾ ٿي گذريو ۽ پيو سنڌ اسيمبليءَ ۽ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي ڪاروبار، سنڌ جي ون يونٽ ۾ داخلا خلاف جدو جهد، جيلن ۾ رهڻ، ولايت ۾ چار پيرا وڃڻ، 1958ع کان اچ

تائين گھڻو عرصو نظر بند رهڻ ڪري، سندن خدمت ۾ وقت بوقت حاضر نٿي ٿي سگھيس. ليڪن سندن آخري خط ۽ ان وقت ڪيل ملاقات مان پتو پوندو تہ منھنجي عقيدت ۽ سندس صحبت ۾ باوجود گھٽ ملڻ جي بہ گھڻتائي ڪانہ آئي هئي. مون کي يقين آهي تہ هن وقت بہ سندس دعائن جي سهاري هلي رهيو آهيان.

**مسز ايلسا قاضي:**

سندس ڄم جي تاريخ، والد ۽ والده جو نالو، تعليم، خانداني احوال، باوجود قريب رهڻ جي، ادب ۽ احترام جي ممانعت سبب حاصل ڪري نہ سگھيس. صرف ايترو معلوم ٿيو تہ هوءَ جرمن نسل مان هئي، جن پوءِ انگلنڊ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي هئي. 1910ع ۾ سندن قاضي صاحب سان ملاقات ٿي، ان ڪان پوءِ سندس رفيق ٿي رهندي آئي.

هوءَ بهترين مصوره، شاعره ۽ اديبہ هئي. سندس لکيل ڪتابن جا نالا مٿي قاضي صاحب جي احوال ۾ ڏيئي آيو آهيان. اڪثر دنيا جي اعليٰ پايي جا اديب ۽ عالم، رفيق حيات جي سلسلي ۾ قاضي صاحب جھڙا خوش نصيب نہ هئا- مثلاً علامہ ليوٽالسٽاءِ جي رفيق حيات جي، مسز قاضيءَ سان ڀيٽ ڪجي، تہ زمين آسمان جو تفاوت معلوم ٿيندو.

مسز قاضيءَ جي زير تربيت ڪيترن سنڌ جي شاگردن کي رهڻ جو موقعو مليو، جن مان هڪ خوش نصيب منھنجو فرزند امير حيدر بہ آهي. هوءَ اعليٰ منتظم ۽ وڏي فهم و فراست جي مالڪ عورت هئي.

آخري عمر ۾ ڪجھہ وقت بي چاڪ رهڻ بعد 28 مئي 1967ع تي حيدرآباد شهر ۾ وفات ڪيائين. اول ۾ کيس قاضي صاحب جي مائٽاڻي قبرستان ۾ مدفون ڪيو ويو، ليڪن قاضي صاحب جي انتقال بعد کيس سنڌ يونيورسٽي ڪئمپس ۾ قاضي صاحب جي پير ۾ رکيو ويو. مون کي ٻنهي جي ملاقاتن جو موقعو نصيب ٿيو ۽ انهن مان جو فائدو حاصل ٿيو، ان جو اظهار صرف شاھ عبداللطيف جي هيٺئين بيت ذريعي ئي ٿي سگھي ٿو -

مُون سي ڏِٺا ماءِ، جَنهين ڏٺو پرينءَ کي،
اُنهين سندي ڪاءِ، ڪري نہ سگھان ڳالهڙي. (شاھ)

---

# فصل ٻيو

## قاضي صاحب جا خط

(1945 - 1929)

(1)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

4 - وڪٽوريا روڊ، ڪراچي

5 - سيپٽمبر، 1929ع

منهنجا پيارا سيد صاحب،

مون کي اميد آهي تہ سيڪريٽري ڪاليج ائسوسيئيشن توکي اڳ ۾ دعوت نامو موڪليو هوندو، تنهن هوندي بہ مون تنهنجي لاءِ هڪ ڪارڊ پاڻ وٽ وني رکي ڇڏيو آهي.

اسان سڀ ڪاليج ۾ گڏجي هلنداسون، پر جيئن تہ مسز قاضيءَ کي صدارت ڪرڻي آهي انڪري اسان کي پوري وقت تي اتي پهچڻ گهرجي.

جيڪڏهن تون مهرباني ڪري 30-6 بجي شام جو اچين، تہ اسان هتان پوري وقت تي نڪري، مجلس ۾ شرڪت ڪري سگهون ٿا. مون کي اميد آهي تہ توکي اهو وقت موزون لڳندو.

سياڻي ڇهين سيپٽمبر 6:30 بجي اسان تنهنجو انتظار ڪنداسون.

اسان ٻنهي جا پيار رسن.

—— تنهنجو مخلص.

آئي. آئي قاضي

[اُن وقت ضلعي لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جي پريزيڊنٽ هئڻ ڪري گهڻو وقت ڪراچيءَ ۾ رهندو هوس. ممڪن آهي تہ هن خط کان بہ اڳ ڪي خط لکيا هجنس، جي محفوظ ٿي نہ سگهيا هجن. پر سانديل خطن مان هي پهريون خط آهي.

هي خط ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ ڪلچرل شو تي هلڻ لاءِ لکيل هو. ان مان هينيون ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون -

1 - قاضي صاحب انهيءَ وقت ڏاري مون سان ڪافي بي حجاب ۽ شفيق بنجي چڪا هئا، ورنہ جيڪي سندن محبوب طبيعت کان واقف آهن، تن کي پتو آهي تہ هو سواءِ قريبي تعلق واري ماڻهوءَ جي ڪنهن کي اهڙو خط لکي نٿي سگهيو.

2 - ان وقت سياست مون تي غالب هئي، ان کان مون کي ٻاهر ڪڍي، ڪلچر جي ميدان ۾ آڻڻ ۽ علمي ذوق ڏيارڻ لاءِ سندن توجهہ جو هن خط ۾ ثبوت ملي ٿو.

(2)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي،
7 - آڪٽوبر 1929ع

منهنجا پيارا شاهہ،

جنهن وقت تون مون وٽان روانو ٿي وئين، مون بروقت پرائمر (آف پالٽيڪس) لاءِ لکيو، جو اميد تہ سڌو توکي پهچندو. جڏهين ڪتاب توکي رسندو ان وقت آءٌ لاڙڪاڻي هوندس.

منهنجي مرضي آهي تہ ان ڪتاب کي ٻہ ٽي دفعا پڙهج. ان کانپوءِ جڏهين مون سان ملڻ اچين، تہ ڪتاب ساڻ آڻج. پوءِ توکي ان تي وڌيڪ سمجهاڻي ڏيندس.

سنڌ جي مسلمانن جي موجوده ناگفتہ حالت تي گذريل منجهني بن کان جڏهين بہ غور پئي ڪيو اٿم، تہ نهايت ارمان پئي ٿيو اٿم. ڪين سڌارڻ ۽ منظم ڪرڻ لاءِ رٿن پويان رٿون سوچي پئي بدلايون اٿم.

آخري تجويز جنهن بابت مون توسان گفتگو ڪئي هئي، سا بہ وڌيڪ غور ڪرڻ بعد تسلي بخش معلوم نہ ٿيم. ان کي وقتي ضرورتن پٽاندر هرويرو

پوريءَ طرح صحيح هئڻ طور نہ پر عارضي طور پيش ڪيو هوم. وڌيڪ غور ڪرڻ کان پوءِ ان جي صلاحيت ۾ مون کي شڪ آهي. مهرباني ڪري سارو ڏينهن نويڪلائيءَ ۾ ان تي غور ڪرڻ بعد مون کي ان تجويز جي نفعن ۽ نقصانن بابت پنهنجي آخرين راءِ موڪل. جيترو جلد تون پنهنجي غور فڪر بعد مون کي اطلاع ڏيندين، اوترو جلد آءٌ ان بابت فيصلو ڪندس ان بابت صرف تنهنجو رايو معلوم ڪرڻ گهران ٿو- منهنجي خيال ۾ پوءِ ان تي عمل ڪرڻ ۾ تڪليف ڪانہ ٿيندي.

منهنجي خيال ۾ آفيسرن کي بہ اها تجويز قبول پوندي. آءٌ فرقيوارانہ سيني ڳالهين کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسان ٿو. جڏهين آءٌ مجبور ٿي، ڏکويل دل سان اهڙي قسم جي ڳالهہ ڪريان ٿو، جنهن ۾ فرقيوارنہ بوءِ اچي ٿي، تہ ان مان خوشي محسوس نہ ٿيندي اٿم. پر حالات جي تقاضا مطابق توکي مسلمانن جي حالت درست ڪرڻ لاءِ قدم کڻڻ ۾ سبقت ڪرڻ گهرجي. جيستائين تون مسلمانن کي سندن حالت سڌارڻ لاءِ مدد نہ ڪندين، ممڪن آهي هو مصيبتن پٺيان مصيبتون سهي ختم ٿي وڃن. ڇا اها ڳالهہ صحيح نہ آهي؟

تو "سنڌ هيرالڊ" جي 5 آڪٽوبر 1929ع جو پهريون صفحو پڙهيو هوندو. آرتوار وارو پرچو. تو ان ۾ جذباتي ۽ سڙيل مسلمان ڪارڪن بابت رمارڪ پڙهيا آهن؟ هن جو لکندڙ ايڊيٽر تہ مسلمانن جو گهٽ ۾ گهٽ هندو دوست آهي، پر سندس ذڪر ڪيل رمارڪن مان مسلمانن لاءِ سندس حقارت جو پتو پوي ٿو. مضمون جي آخر ۾ هو ڪن ڪارڪنن بابت دوستانہ راءِ جو اظهار ڪري، انهن سان همدرديءَ جو اظهار ڪري ٿو. اهو رويو پنتي پيل مسلم فرقي کي منظم ڪرڻ لاءِ نيڪ نہ آهي. هندو دوستن کي مسلمان ڪارڪنن جي عيبن کي درگذر ڪندي انهن جي مدد ڪرڻ گهرجي. ٻئي طرف مسلمانن کي يا تہ موجوده حقارت آميز حالت ۾ رهڻو آهي، يا همت ۽ ترقي ڪري پنهنجي شخصيت پيدا ڪرڻي پوندي- جيئن برابريءَ جي حيثيت ۾ گڏجي ڪم ڪري سگهن. معاملو صاف پيو آهي. ان تي غور ڪري منهنجي اپر سنڌ ذي وجن کان اڳ اطلاع ڏي، سر ان تجويز کي آخرين طرح فيصلي ڪرڻ کان اڳ واشگاف نہ ڪرڻ گهرجي.

پيار بعد، تنهنجو دعاگو،

امداد قاضي

[مون کي ڊائريءَ ۾ بين متعلق ڪاغذن ڏسڻ بعد به پوريءَ طرح معلوم نه ٿي سگهيو آهي ته هن خط لکڻ لاءِ محرڪ جذبو ڪهڙو هو. بهرحال هيٺيان سوال ان وقت مسلم ورڪرن جي زير غور هئا.

(1) 6 سيپٽمبر، 1929ع تي جڏهين قاضي صاحب سان گڏ ڊي. جي. ڪاليج ۾ وياسون، اتي ناٽڪ جو سمورو ذمو هندو ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کنيو هو. تنهن ڪري انهن جي پروفيسرن دعوت نامن ۾ مسلمان شاگردن مان گهٽن کي ڪونه گهرايو هو. ان تي ڪن مسلمان ڇوڪرن بنا دعوت جي رئيس شهمير خان ڪاڇيءَ جي ليڊريءَ هيٺ، زوريءَ اندر گهڙي، ناٽڪ ڏسڻ گهريو. هڪ پروفيسر انهن کي روڪيو، ان تي شهمير خان ان کي چماٽ هڻي ڪڍي. ان تي پرنسپال ٻنائيءَ هن کي رسٽيڪيٽ ڪيو. اسان مان گهٽن ڪيس منٿون ڪيون، پر ان وقت تائين پرنسپال صاحب هڪ نه مڃي، ان ڪري مسلمان شاگردن ۾ رنجش هئي.

(2) سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ، آبادگارن جي مفاد لاءِ کولائي ويئي هئي، پر ان تي ڊئريڪٽرن جي اڪثريت، واپاري طبقي جي هئڻ ڪري ان جو فائدو انهن کي پهتو ٿي. خانبهادر عظيم خان، ڊپيوٽي رجسٽرار، نئين بورڊ ۾ مون کي، حاتم علويءَ ۽ ڪن بين مسلم ڪارڪنن کي آڻي، پاليسي بدلائڻ ٿي گهري، ان به هندن جي هڪ گروه ۾ بي چيني پيدا ڪئي هئي.

(3) بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊجي ويل سنڌي مسلمان ميمبرن، شخصي غرض حاصل ڪرڻ لاءِ، سرڪار سان تعاون ڪري، سائيمن ڪميشن سان ساٿ ڏيڻ قبول ڪيو هو. ازانسواءِ بيا ڪيترا سوال هئا، جهڙوڪ سنڌ جي جدائيءَ وغيره جا مسئلا، جي پڻ زير ويچار هئا. مسلمانن جي مخلص ڪارڪنن ۾ ان ڪري مسلمانن جي تنظيم ۽ بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ جذبو پيدا ٿيل هو، ان ڪري خانبهادر کهڙي سنڌ محمدن ائسوسيئيشن ۾ نئين روح ڦوڪڻ لاءِ تجويز سوچي هئي.

(4) ان سال جي پهرين جنوريءَ تي مون ڪراچي ضلعي ۾ "ڳوٺ سڌارڪ تحريڪ" شروع ڪري. ڳوٺاڻن جي زندگيءَ کي هر معاملي ۾ سڌارڻ لاءِ مختلف قومي ڪارڪنن کي خط لکي، 9 فيبروري 1929ع تي مسٽر جمشيد نسروانجيءَ جي صدارت هيٺ هڪ ڪانفرنس پنهنجي بنگلي (گارڊن ڪوارٽر)

۾ سڏائي ۽ پروگرام رٿي هڪ جماعت "رورل ريڪنسٽرڪشن" جي نالي سان ٺاهي هئي، جنهن کي قاضي صاحب نهايت پسند فرمايو هو.

(5) ان کان اڳئين سال ۽ ان سال جي اوائل ۾ شاه حيدر عليہ الرحمت جي ميلي جي موقعي تي، مون سنڌ جي مکيہ قومي ڪارڪنن جي ڪانفرنس سڏائي هئي، جنهن ۾ مسلمانن جي تنظيم، تعليم ۽ ڪلچر جي واڌاري لاءِ تجويزون سوچيون ويون هيون. ان بہ قاضي صاحب تي اثر ڪيو هو.

قاضي صاحب جيتوڻيڪ گوشہ نشين زندگي گذاريندو هو، ليڪن ملڪ ۽ مسلمانن جي هر مسئلي سان دلچسپي رکندو هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ مٿين سيني ڳالهين کان متاثر ٿي، هن مسلمانن جي تنظيم ۽ تعليم لاءِ ڪا تجويز سوچي، مون کي ٻڌائي هئي. ليڪن ان جي پوريءَ ريت درست هجڻ ۾ ڪيس پورو يقين نہ ٿي وينو. ان ڪري هي خط لکيو هئائين.]

(3)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد، ڪئنٽونمينٽ نمبر 4

17 ڊسمبر، 1929ع

پيارا شاه،

توکي پتو آهي تہ تو منهنجي اڳوڻي خط جو جواب قريباً مهيني کان نہ ڏنو آهي، اسان تنهنجي ملڪ ۽ قوم جي خدمات جو احوال پڙهي، خوش ٿيون ٿا ۽ فخر ٿا محسوس ڪريون.

تو ملڪ جي بهتريءَ جا جي ڪم هٿ ۾ ڪنيا آهن، خدا شل توکي انهن جي سرانجام ڪرڻ جي توفيق ڏئي ۽ مدد ڪري. پر انهن ڪمن ۾ ڦاسي پوڻ ڪري اسان اهو نٿا گهرون تہ تنهنجي اسان لاءِ پيار ۽ محبت ۾ ڪوتاهي ٿئي. اسان کي حسد ٿو ٿئي. خط لکي پنهنجي خوش خير و عافيت کان واقف ڪندو رهہ.

مون ڏي پلي سنڌيءَ ۾ خط پنهنجي هٿن سان لکندو ڪر. حاتم علويءَ مون ڏي بہ خط لکيا آهن. توکان هڪ بہ نہ مليو آهي. توکي خبر آهي تہ آءٌ توکي ڪيترو پيار ڪريان ٿو. هاڻ جلدي خط جو جواب ڏي.

تنهنجو ياءُ، امداد .

[مون کيس خط لکي اطلاع ڏنو تہ جواب ۾ دير ٿيڻ جو ڪارڻ سماجي ڪم ڪاريون ۽ ٻيون مشغوليون نہ هيون، پر منهنجي پڦي عالم خاتون، جنهن مون کي نپايو هو، ان جي ڪجهہ وقت تائين بيماري ۽ آخر ۾ 8 نومبر 1929ع تي انتقال هو، ۽ سندس لاءِ منهنجي محبت ۽ عقيدت ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ آيل هئي.]

(4)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد، ڪئنٽونمينٽ نمبر 4

26 ڊسمبر، 1929ع

منهنجا پيارا شاه،

تنهنجي پيار ڀرئي خط لاءِ شڪريو. مون کي اهو معلوم ڪري نهايت ارمان ٿيو آهي. تہ تون بہ دکن ۾ اچي ويو آهين - جيڪو ٻين جي دکن دور ڪرڻ ۾ مشغول رهي ٿو.

ڪل من عليها فانٍ ويبقيٰ وجهہ ربک ذوالجلال والاڪرام O

باوجود ان جي جيسين ماڻهو زنده آهي، پيارن جو وڇوڙو نهايت دردناڪ ٿئي ٿو. خدا مرحومہ تي رحمت ڪري، ۽ توکي تسڪين قلب عطا فرمائي.

آءٌ هتان جي آس پاس جي ڳوٺن ۾ ويندو رهان ٿو. ماڻهن جي پريشان حالي، جنهن جو ڪارڻ غربت ۽ جهالت آهي، [مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ] ناقابل برداشت آهي. جيڪڏهين شاهوڪارن کي [انهن جي حال کان غافل رهي،] خدا جي غضب لاءِ ترسڻو آهي تہ ڪم از ڪم غريبن کي پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻ گهرجي.

مون کهڙي کي لکيو آهي تہ ڪنهن وقت مون سان ملي، تہ اسان اهڙو ڪو رستو ڳولي لهون. جنهنڪري ڪم از ڪم غريبن مان جهالت کي دور ڪري سگهجي. جيڪڏهن ٻيا شاهوڪار ان طرف ڌيان نٿا ڏين، تہ ٿورا بہ ڪافي ٿيندا. غريب ڇوڪريون پردي ۾ نہ آهن، انهن جي تعليم لاءِ بہ انتظام

ڪرڻ ضروري آهي. جڏهين ڪهڙي ڪان جواب ايندو، تہ توڪي خط لکي اطلاع ڏيندس. پوءِ اچج. غريب ميران محمد شاهہ هتي گهڻن ئي ڌنڌن ۾ مشغول آهي، پر مون کي منجهس ڪافي اميد آهي تہ هي بہ دل سان تعاون ڪندو.

سنڌ جي مسلمانن جي حالت روز بروز تباهہ ٿيندي وڃي. اهڙين حالتن هيٺ، ايندڙ ويهن سالن اندر، نتيجو مڪمل تباهيءَ جي صورت ۾ نڪري سگهي ٿو-

دائمي برحال ماو بر احوال ما!

اسان خدا جو دڙڪو پوريءَ طرح وساري ڇڏيو آهي-

”فبعہ اللقومِ الظالمين“

اسان سمجهون پيا تہ صرف مسلمان سڏائڻ ڪري سچ پچ مسلمان ٿي پئون ٿا.

فر بهي چيزي ديگر و آماس چيزي ديگرست

ٻڌاءِ تہ ڪهڙيءَ طرح هنن نالي ماتر مسلمانن کي سجاڳ ڪجي؟ هي نالي ۾ مسلمان آهن، پر خواب غفلت ۾ ستل ۽ پاڻ وساريل آهن. نتا ڏسن تہ صور اسرافيل پنتي پيل [قومن ۽ ماڻهن] کي خاڪ ۾ ملائڻ لاءِ تيار ٿيو بيٺو آهي.

چي: خس ڪم جهان پاڪ.

”فاعتبروا يا اولي الابصار.“

پيارا ياءُ، خدا اسان جو مددگار ٿئي! نہ تہ نااُميدي سنڌي مسلمانن جي منهن ۾ بکي رهي آهي. خدا توکي بيدار ڪيو آهي ۽ حساس دل ڏني آهي. شل خدا اسان سڀني کي اهڙي دل عطا ڪري!

وڌيڪ آءٌ ٻئي دفعي لکندس.

مسز قاضي ۽ منهنجي طرفان سلام ۽ دعائون رسن.

امداد.

نوٽ - [هي خط منهنجي خط جي جواب ۾ هو. ڪهڙو ۽ ميران محمد شاهہ اسڪول بورڊ جا چيئرمن هئا. آءٌ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو پريزيڊنٽ هوس. قاضي صاحب اسان جي ذريعي عام تعليم کي وڌائڻ تي گهريو.]

(5)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد

12- فيبروري، 1930ع

پيارا شاهه صاحب،

اسان تنهنجي سرگرمين جو احوال گهريءَ دلچسپيءَ سان پڙهندا رهون ٿا. ازانسواءِ تنهنجا بهترين مضمون پرڪاش اخبار ۾ به پڙهيا اٿئون— "جزاڪ الله خيراً"

خدا تنهنجو انهيءَ پروگرام جي ڪاميابيءَ لاءِ مددگار ٿيندو. تون سندس ڪم ڪري رهيو آهين. تنهنجي مخالفن جو تعداد به ٿورو نه آهي. انهن کي خدا راهه هدايت بخشي پر انهن لاءِ خدا جو لقب — "خيرالماڪرين". ڪم ڏيندو.

دشمن چه ڪند، چه مهربان باشد دوست!

خدا شل توتي برڪتون ۽ مددون موڪليندو رهي.

اسان هت پوريءَ طرح رهڻ جو فيصلو نه ڪيو آهي. ممڪن آهي ته ڪنهن به وقت وري اچي ڪراچيءَ ۾ رهون. اسان جي دل مان هفتيوار اخبار ڪڍڻ جو خيال هڪ ڏينهن لاءِ به نه نڪتو آهي، بلڪ روز بروز تازو ٿي رهيو آهي. اسان تنهنجا رايا ان جي ابتدائي مسئلن، جهڙوڪ نالو، ان ۾ ڪهڙو مواد اچڻ گهرجي، ان جي فنڊس جو ڪيئن پورائو ڪجي، قيمت ڪيتري رکي وڃيس، اُن جي ڇاپي ۽ وڪري لاءِ ڪهڙو انتظام ڪرڻ گهرجي، وغيره بابت معلوم ڪرڻ گهرون ٿا.

اسان ٻن ڏينهن لاءِ ڪراچيءَ ۾ اچون ٿا، اُتي توسان ان مسئلي تي ڪافي وقت تائين گفتگو ڪنداسون. اسان شايد چند ڏينهن لاءِ لاڙڪاڻي به وڃون، اتان واپسيءَ ۾ ڪراچيءَ ايندا سون.

ان وچ ۾ هڪ هفتيوار اخبار جو نمونو لکي رهيو آهيان: جنهن کي ڏسي، پاڻ گفتگو ڪري، ڪنهن نتيجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪنداسون.

حاتم علوي اهڙوئي مشغول هوندو، جهڙو هميشه رهي ٿو. مون کي گهڻي وقت کان وٽانئس ڪو خط نه پهتو آهي. جنهن وقت ملينس، ته منهنجا سلام ڪيس ڏج.

اسان ٻنهي جا پيار ۽ سلام رسن.

تنهنجو پيار ڪندڙ،
امداد قاضي

[هن خط ۾ ٽن ڳالهين جو ذڪر ڪيل آهي—

(الف) منهنجي سماجي سرگرمين جو،

(ب) منهنجي مخالفن جو، جن جي شر کان بچڻ لاءِ دعا ڪئي اٿن.

(ڀ) پرڪاش اخبار ۾ منهنجن مضمونن جو.

انهن ڳالهين جي پس منظر معلوم ڪرڻ لاءِ مختصر وضاحت ضروري ٿو ڄاڻان.

**(1) منهنجون سماجي سر گرميون:**

14 ڊسمبر 1929ع ۾ سنڌ اسڪولس ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪيم.

ساڳيءَ تاريخ شام جو حاجي عبدالله هارون جي ڪوٺيءَ تي انگريزي اخبار ڪڍڻ لاءِ صلاح مشورو ڪيم.

8 - 9 جنوري 1930ع تي لوڪل سيلف گورنمينٽ باڊيز، سنڌ جي ڪارگذاريءَ ۾ خالقڏني هال ڪراچيءَ ۾ خاص بهرو ورتم.

10 جنوريءَ 1930ع تي ضلعي ڪراچيءَ ۾ ڪوآپريٽو تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ، ڪوآپريٽو ڪانفرنس، درگداس آڏواڻيءَ جي زير صدارت، سڏايم.

11 تاريخ، ضلع ڪراچيءَ جي چوپايي مال جي بهتريءَ لاءِ ڪراچي ضلعي جي مالدارن جي ڪانفرنس سڏائي، سندن انجمن ناهيم. ان جو صدر مير محمد بلوچ چونڊايم.

انهيءَ تاريخ تي ضلعي ڪراچيءَ جي زميندارن جي ڪانفرنس پڻ سڏايم، جنهن ۾ باهمي حالتن جي بهتريءَ لاءِ تجويزون رٿيون ۽ سوچيون ويون.

**(2) مخالفن جو ذڪر:**

ان کان اڳئين سال، 10 اپريل 1929 کان ڳوٺ سڌارڪ تحريڪ جي سلسلي ۾ ساري ضلعي ڪراچي لاءِ پروگرام مقرر ڪري، مسٽر حاتم علوي ۽ مولوي عبدالڪريم چشتيءَ سان گڏ، گشت ۾ ويو هوس. منهنجي سياسي مخالفن اُن گشت کي، ضلعي جي ڪليڪٽر مسٽر گبسن وٽ سرخرو ٿيڻ ۽ شخصي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ، سياسي رنگ ڏيئي. هن کي ڀڙڪايو- ڇي، اهو گشت ڳوٺ سڌار هلچل لاءِ نه هو. پر ڪانگريس جي تعميري پروگرام جو جزو هو. ان تي مسٽر گبسن ناراض ٿي. مون لاءِ گشت بند ڪرڻ ۽ ڪيس ملڻ جو حڪم ڪيو. ان جي انحرافي ڪندي ساري ضلعي جو گشت پورو ڪيم،

جنهن تي هو نهايت ڪاوڙجي ويو. سگهوئي مسٽر محمد هاشم گزدر جي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي انجنير مقرر ڪرڻ ۽ ڪليڪٽر جي پرسنل اسسٽنٽ مسٽر ڊسلوا جي سفارشي ڪرسچن کي مقرر نہ ڪرڻ تي ڪليڪٽر ڪراچيءَ سان تعلقات وڌيڪ ڪشيده ٿيا.

**(3) اخباري مضمون:**

باوجود انهن مخالفتن جي آءُ سماجي ڪم ڪندو رهيس. "پرڪاش" اخبار ۾ ڳوٺ سڌار جي موضوع تي مضمون لکندو رهيس.[1]

[هي خط انهن حالتن هيٺ منهنجي همت افزائيءَ لاءِ لکيو اٿن.]

(6)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ،

6 - مارچ، 1930ع

پيارا پاءُ شاه صاحب،

خط لکي ياد ڪرڻ لاءِ شڪريو. مون کي تنهنجو خط لاڙڪاڻي مان واپس موٽڻ بعد مليو. اسان وري هفتي لاءِ ٻاهر وڃي رهيا آهيون. موٽڻ بعد خدا گهريو تہ توسان اچي ملڪ جي شاندار خدمات ۾ شريڪ ٿيندس.

دشمن چہ کند چہ مهربان باشد دوست!

ڪوبہ خوف نہ ڪر. خدا وڏو مهربان آهي. جنهن صورت ۾ اسان صرف غريب ۽ جاهل عوام جي خدمت ڪريون ٿا ۽ انهن جي دک دردن دور ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهيون، تہ اهڙيءَ حالت ۾ اسان کي خدا جي مدد تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

فيتوڪل عليٰ الله فهو حسبہٗ - ولا هم لايحزنون. خدا وڏو آهي.

تنهنجو پيار ڪندڙ،

امداد قاضي

[هي خط. مٿي ذڪر ڪيل خط ۽ صورتحال جي سلسلي جي ڪڙي آهي.]

---

[1] سيد صاحب جا اهي مضمون جي.ايم.سيد فائونڊيشن پاران 2004ع ۾ "چونڊ سماجي مضمون" عنوان هيٺ شايع ٿيا آهن.

(7)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ،
14 - اپريل، 1930ع

منھنجا پيارا شاھ صاحب،

آءٌ سمجھان ٿو تہ اوھان ڪراچي ميونسپل اليڪشن ۾ مشغول آھيو. مون کي اميد آھي تہ پياري حاتم، ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ ڪا جڳھ حاصل ڪري ورتي ھوندي.

اسان اوچتو منھنجي ھمشيرہ جي ننڍيءَ نياڻيءَ جي بيماريءَ ڪري ھتي روڪجي پيا آھيون. جنھن وقت فراغت ٿيندي، تہ پنھنجي روانگيءَ جو توکي اطلاع ڏينداسون.

تون جاءِ ۽ مانيءَ لاءِ ڪابہ تڪليف نہ وٺج، جو اسان ھڪ ڏينھن ھوٽل ۾ رھي، پوءِ ٻيو رھڻ جو انتظام ڪنداسون. ان ڪان پوءِ تو وٽ رھڻ لاءِ انتظام ڪرڻ واسطي ڪافي وقت ملندو. اسان توکي بنگلي جي اڌ مسواڙ ڏينداسون، جيڪا تون ڏين ٿو، جيئن تہ اسان مٿي فليٽ ۾ رھنداسون، تنھنڪري فائدو اسان کي آھي. ڪراچيءَ ۾ اسان کي جاءِ جي ھيٺئين طبقي ڪان مٿيون طبقو زيادہ پسند اچي ٿو.

مون کي معلوم ٿيو آھي تہ ينگ وِمينس ڪرسچن ائسوسئيشن ھڪ ڪلچرل شو، ڪمشنر سنڌ ۽ پادرين جي مدد سان ملھائي رھي آھي. مون کي نھايت خوشي ٿيندي جيڪڏھن حج جي موقعي تي ينگ مينس مسلم ايسوسئيشن وارا بہ عيدالحج جو ڏينھن پوريءَ طرح ملھائين. گذريل 13 سوَن ورھين ڪان عيدن جي موقعي تي خطبو پڙھيو وڃي ٿو، جنھن ۾ چيو وڃي ٿو تہ "ليس العيد الخ"- يعني اھا عيد ھن قسم جي نہ آھي پر ٻئي قسم جي آھي. اڄ ڪلھ جا مسلمان منع ڪيل ڳالھين سان عيد ملھائين ٿا. پر جن ڳالھين جي ڪرڻ لاءِ ڪين ھدايت ڪيل آھي اُن کي وساري ڇڏيو اٿن. ڇا، اھا صريح حڪمن جي غلط تعبير نہ آھي؟ ان جو ڪارڻ اھو آھي تہ عربيءَ وارو خطبو سمجھيوئي ڪونہ ويو آھي. ڇا، ڪمشنر سنڌ جھڙيءَ طرح ينگ وِمينس

ڪرسچن ائسوسئيشن جي سرپرستي ڪري ٿو، اهڙي طرح ينگ مينس مسلم ائسوسئيشن جي سرپرستي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو؟ پر اسان لاءِ خدا جي سرپرستيءَ تي ڀروسو رکڻ بهتر آهي. الائي، ڪڏهين اسان کي ان ڳالهه جو احساس ٿيندو؟

فَمَنْ يَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسْبُهُ - نِعْمَ الْمَوْلٰى وَنِعْمَ الْوَكِيل.

وري لکندس.

تنهنجو پيار ڪندڙ،
امداد قاضي

[خط نمبر 5 ۾ پاڻ اشارو ڪيو هئائون تہ جلد ڪراچيءَ ۾ اچي هو مون سان خدمت خلق جي ڪم ۾ شرڪت ڪندا. ان تي مون کين لکي عرض ڪيو هو تہ منهنجو بنگلو وڏو هو، آءٌ اڪيلو رهيس ٿي. پاڻ اچي اُتي رهن - آءٌ هڪ ڪمري ۾ سندن خدمت ڪندو رهندس. هيءُ خط ان جي جواب ۾ هو. هميشہ وانگر، محجوب طبيعت هئڻ ڪري، ڀهرين چون ٿا تہ هوٽل ۾ رهي پوءِ خيال ڪبو. باوجود محبت جي مون سان گڏ نہ رهڻ جو مکيہ ڪارڻ سندن ڪنهن تي بار نہ پوڻ جو احساس هو، جو هميشہ سندن استغنا ۽ محجوب طبيعت جو جزو هو. پوءِ حالتون اهڙيون واقع ٿينديون آيون، جو سارو سال ڪراچيءَ اچي رهڻ جو پروگرام ملتوي ڪري ڇڏيائون. ائين وچ ۾ ٻہ - ٽي دفعا ڪراچيءَ آيا. 30 سپٽمبر 1930ع شام جو جڏهين جناح صاحب کي پنهنجي بنگلي تي دعوت ڏيئي، سنڌ جي جدائيءَ لاءِ عرض ڪيوسون، تہ ان وقت قاضي صاحب بہ شريڪ هئا.

21 نومبر 1930ع تي ڪراچيءَ ۾ منهنجي بنگلي تي انگريزي اخبار ڪڍڻ لاءِ صلاح مصلحت ڪرڻ واسطي ميٽنگ ڪني ٿي. جنهن ۾ بہ جناب قاضي صاحب ۽ حاجي عبدالله هارون ۽ ٻيا آيل هئا. اخبار لاءِ گهٽي خرچ جو اندازو ٿيو، جنهنڪري ايترن پيسن ملڻ جي اُميد نہ هئڻ ڪري، تجويز حال ڦٽي ڪئي ويئي.]

(8)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪئنٽونمينٽ حيدرآباد،

7 - جنوري، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

مون کي تعجب لڳو تہ تو ڇو نہ اسان جي نئين سال جي مبارڪن جو جوابُ موڪليو آهي. حاتم بہ جواب نہ موڪليو آهي. تنهنڪري مون کي خيال ۾ آيو تہ هاڻ ڪو نئون دستور نڪتو آهي، جنهن مطابق نئين سال جون مبارڪون نہ ونجن، نہ جواب ڏجي.

مون کي اڳ ۾ خط لکي تنهنجي خوش و خير و عافيت معلوم ڪرڻ جو خيال هو. عين ان وقت تنهنجو ماڻهو آيو. عجيب ماڻهو هو. منجهس ڪيتريون ئي لياقتون هيون، جن جو ڪيس پتو نہ هو.

مون کي افسوس آهي تہ پاليٽڪس تي ڪتاب اڃا توکي نہ پهتو آهي. ان وچ ۾ هي ننڍو ڪتاب "روم جي مختصر تاريخ" پڙهڻ لاءِ موڪليان ٿو. اها پڙهي، پوءِ ٻيو ڪتاب پڙهج. مهرباني ڪري پڙهي هضم ڪج. پڙهي وري پڙهج. اهڙي قسم جا واقعا وقت بوقت هر ملڪ جي تاريخ ۾ پيا پيدا ٿين. گهٽ ۾ گهٽ بہ دفعا خيال سان پڙهج.

ان ڪانسواءِ آءٌ افلاطون جي "ريپبلڪ" بہ موڪليان ٿو. جيڪڏهين تو ارسطاطاليس جي "سياست" مان ڪي نوٽ ورتا آهن، تہ انهن جي افلاطون جي خيالن سان ڀيٽ ڪج.

ڪڏهين هن طرف بہ اچ. آءٌ ٿيو ڏينهن بہ دفعا سن ڪان دادوءَ ويندي ۽ ايندي لنگهيس. سن جي اسٽيشن ڪان ڳوٺ تائين نهيل رستو بہ گاڏيءَ مان ڏٺم. مون کي ڀڳي ٿوڙي ڪان دريا جو نظارو نهايت پسند آيو. لڪي ۽ ڀڳو ٿوڙو پُر لطف، منظر ميسر ڪن ٿا. خدا هر جاءِ تي آهي. انڪري جنهن جاء تي هو هجي، سا شيءِ بدصورت ٿي نہ ٿي سگهي.

حاتم جي ڪهڙي خبرچار آهي؟ مون کي خيال آهي تہ مسٽر جئسنگاڻيءَ کي واجبي عذر آهي مون ڪان ناراض ٿيڻ جو، ڇاڪاڻ تہ آءٌ سائس اڪبر آشرم

جي معاملي ۾ جيتريقدر هن کي اميد هئي، پوريءَ طرح تعاون نہ ڪري سگهيو آهيان. خدا ڪري سندس ڪوششون بارياب ٿين.

خط جلد جلد لکندو ڪر. ان مان تو ي بہ واندڪائيءَ وقت ڪم جو مشغلو ملي ويندو.

پيار ۽ محبت سان، تنهنجو هميشہ وانگر پيار ڪندڙ،

امداد قاضي

[هن مان قاضي صاحب جي مون کي سياسي علم جي واقفيت ڏيارڻ لاءِ ڪتاب چوندي پڙهائڻ جو پتو پوي ٿو- ٽي ڪتاب 1 - ارسطاطاليس جي "پاليٽڪس"، 2 - روم جي مختصر تواريخ، 3 - افلاطون جي "ريپبلڪ" پڙهڻ لاءِ موڪليا هئائين.]

(9)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد

9 - جنوري، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

خط لاءِ مهرباني. مون کي هي معلوم ڪري خوشي ٿي تہ تون بمبئيءَ طرف سير تي ويل هئين. سفر زندگيءَ ۾ مفيد معلومات ميسر ڪري ٿو. حاتم جي صحبت ان مسافريءَ کي وڌيڪ پر لطف بنايو. هوندو.

روم جي تاريخ جو ڪتاب جيتوڻيڪ ننڍو آهي، پر رومن ايمپائر جي ڪيترين صدين جي تاريخ تي طائرانہ نظر وجهائي ٿو. وري بہ پڙهينس. ان مان دنيا ۾ جي وقت بوقت تبديليون ٿيون آهن، سي ڪهڙيءَ طرح رونما ٿين ٿيون، ان تي غور ڪرڻ جو موقعو ملنديءِ ۽ پتو پونديءِ تہ ان جا نتيجا ڪهڙا ٿا نڪرن. ڇا مان ڇا پيدا ٿئي ٿو! تاريخ جو مطالعو صرف تڏهين مفيد ٿي سگهي ٿو، جڏهين ان کي مٿي ذڪر ڪيل نقطي نگاه سان پڙهيو وڃي. ٻيو ڪتاب افلاطون جي "ريپبلڪ" بہ ڪافي ڪارائتو اٿئي. مون کي وقت بوقت پنهنجي سرگرمين کان واقف ڪندو رهہ.

مسٽر جئسنگاڻي سندس ڇوڪريون (اڪبر آشرم) تي شايع ڪندو رهي ٿو.

سنڌ مسلم (هفتيوار اخبار) گهٽي وقت کان بند ٿي ويئي آهي، مير محمد شاه ۽ ٻئي سندس مددگار هلائي هئي. هاڻ خيال ڪر ته جيڪڏهن اسان ان ۾ مضمون موڪليون ها، ته ان جو ڪهڙو حشر ٿئي ها. آءٌ به پنهنجي رسالي جا ٿن اشاعتن کان وڌيڪ پرچا ڪڍي نه سگهيس. اهڙيون ڪوششون ساري قوم ۾ بد دلي پيدا ڪن ٿيون. ان ڏنڌي مون کي ان مسئلي بنسبت ڪيئي تجربا ميسر ڪيا آهن.

افسوس اهو اٿم ته مون کي سنڌي مسلمان جي ٻڏندڙ قوم جي بچائڻ لاءِ ڪو رستو ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ڪاش هي وڏا زميندار سندن ذاتي مفاد کي ڪجهه وقت پاسيرو رکي، قوم لاءِ ڪجهه ڪن! هاڻ خط کي پورو ٿو ڪريان.

سلامن ۽ محبت سان، تنهنجو مخلص

امداد قاضي

[هن ۾ جنهن سفر جو ذڪر ڪيل آهي، سو لوڪل سيلف گورنمينٽ ڪانفرنس جي سلسلي ۾ بمبئيءَ وڃڻ جو آهي. اتان حاتم ۽ آءٌ مائونٽ آبوءَ جو سير ڪندي، موٽي وطن پهتا هئاسون. ڪيس اهڙو اطلاع ڏنو هوم.]

مسٽر امرت جئسنگاڻي لاڙڪاڻي ضلعي جي طيب وارن سينئن مان هو، جنهن ڪراچيءَ ۾ بنگلو ونئي، اڪبر آشرم کولي، چوپڙيون ڇپائي، هفتي ۾ هڪ ميٽنگ سڏائي، هندومسلم اتحاد لاءِ ڪوشش ڪئي ٿي. ان کي ساراهيو اٿس.

"سنڌ مسلم" اخبار ۽ پنهنجي رسالي جي گهٽي وقت جٽاءَ نه ڪرڻ تي افسوس ظاهر ڪري ٿو.

مسلمان زميندارن ۽ وڏن ماڻهن جي خود مطلبيءَ ۽ قوم جي لاءِ هنن جي ڪجهه نه ڪرڻ تي افسوس جو اظهار ڪري ٿو.

(10)

حيدرآباد،

20 - فيبروري، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

عيد مبارڪ پهتي. خير مبارڪ. ان سان گڏ موڪليل خط لاءِ مهرباني. مون لاءِ تو جن عقيدت مندانه خيالات جو اظهار ڪيو آهي- جزاڪ الله.

عيد هميشه مون کي پيغمبر ﷺ جي هينين لفظن جي ياد تازي ڪرائيندي آهي تہ "ليس العيد في ليس الجديد الخ"- جن لفظن کي هر عيد تي هر هڪ منبر تان پڙهيو وڃي ٿو - شايد پنج سيڪڙو ماڻهو انهن چيندڙ لفظن جي معنيٰ سمجهندا هوندا. مون کي پنهنجي لاءِ ان باري ۾ هي رستو سجهي ٿو تہ انهن ڳالهين تي فڪر ڪرڻ ڇڏي ڏيان، جيتوڻيڪ اها ڳالهہ طفل تسليٰ جي آهي.

پيارا شاهہ، مسلمان مورڳو اها انڌي محبت، جا اسلام ۽ پيغمبر لاءِ رکندا هئا، سا بہ وڃائي رهيا آهن.

ڪيترا منهنجي ناديءَ تي "سمعنا و اطعنا" چوندا؟ افسوس!

"صُمٌ بُڪمٌ عُميٌ".

"فاعتبرو يا او اليٰ لابصار"

پر اهي اکين وارا ڪٿي آهن؟

ساڌو واسواڻيءَ جو معاملو مختلف آهي. جڏهين هو رواجي ڳالهہ ڪري ٿو، تہ بہ سندس محب ۽ مداح سندس چوڌاري مڙيو وڃن، هي بہ اسان جو ٿي هندو آهي. پر هندو بہ سواءِ سندس ظاهر عزت ۽ پوئلڳيءَ جي، سندس حقيقي سمجهاڻيءَ طرف ڌيان نٿا ڏين.

ليڪن اسان جي مسلمانن ۾ اها محبت ۽ عزت بہ سندن هدايت ڪندڙن لاءِ معدوم آهي. خدا اسان تي مهربان ٿئي. ساڌو واسواڻيءَ جي چرنن ۾ هر روز سوَها ماڻهو وڃن ٿا، جو صرف روشنيءَ ۽ چند همت افزائيءَ جي الفاظ ڪانسواءِ نٿو ٻڌائين، تہ بہ ڏسين ٿو هندن ۾ ڪيڏو احساس آهي.

تنهنجي لکڻ مان صرف اهو معلوم ٿئي ٿو تہ "ڇگن جو اولاد ڇگائيءَ جون ڳالهيون سوچي ٿو". آءُ ڏسان ٿو تہ اها ساڳي جوت تو ۾ جلي رهي آهي، جا تنهنجي وڏن جي ارشاد ۾ نمايان هئي.

جوڳيئڙا جهان ۾ نوري ۽ ناري.

اهو تنهنجي سوز درون جو شعلو ڪڏهين آتش بنجي، "و الله نورالسمٰوات" جا اسرار پڌرا ڪندو. ۽ ان مان "نوراً ڪزوشد نورها پيدا" پڌرو ٿي، محسوس ٿيڻ لڳندو.

جيئن ٿا پڇن اَن ڪي تيئن جي پڇن پنڌ.

تہ هوند رڙهي لڏائون رند، لتين ڏک لطيف چئي (شاهہ)

پر پنڌ جي ڳولا تہ ڪوبہ نتو ڪري، ماڻهو رڳو ان جي پويان آهن. تنهن ڏينهن ڪنهن مون سان ڳالهہ ڪندي ظاهر ڪيو تہ پير گشت ۾ وجي ماڻهن کي ڦري پيسا گڏ ڪن ٿا. مون ڪيس جواب ڏنو تہ اهي سندن وڏن جا قبا آهن، جي پير ڌاري هلڻ لڳا آهن.

سيد! "و رئيت الناس يدخلون في دين الله افواجاً" جو وقت نزديڪ ايندو وڃي. ان وقت هزارن ماڻهن کي هدايت نصيب ٿيڻ لڳندي. ان مان رڳو چند شخص مستفيد نہ ٿيندا، پر ساري دنيا فائدو حاصل ڪندي. صحيح اسلامي پيغام کي صرف سمجهڻ جي دير آهي. ان جي تعليم گذريل تيرهن سون ورهين ۾ ڇا نہ ڪري ڏيکاريو آهي. تون سندن اڳواڻي ڪر، خدا تنهنجو مددگار ٿيندو. پيغمبر پاڪ کي بہ "قم" جو حڪم مليل هو، نہ "اجلس" جو.

خدا جي برڪت توسان آهي. جاڳ ۽ ماڻهن کي خبردار ڪر.

تنهنجو

امداد قاضي

[مون عيد مبارڪ سان گڏ خط ۾ لکيو هون تہ جهڙيءَ طرح ساڌو واسواڻي مرڪز ناهي سنڌي هندن کي تعليم ۽ تربيت ڏيئي رهيو آهي، اهڙيءَ طرح قاضي صاحب کي مسلمانن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ [ڪوشش] ڪرڻ گهرجي - آءٌ بيا سپ ڪم ڇڏي، سندس خدمت ۾ رهڻ لاءِ تيار هوس. هيءُ خط ان جي جواب ۾ لکيو اٿن.]

(11)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

"سٽي آف ناگپور"، سئيزواه

31 - مارچ، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

جيڪڏهن اسان سنڌ ۾ وري موٽي آياسون، تہ ان جو ڪارڻ صرف تون هوندين. منهنجا پيارا دوست، توکي ڏسي دل کي راحت ٿي اچي. پر پنهنجو پاڪ (Noble) جذبو قائم رکندو اچج. متان (Self centered) ("آءٌ" وارو) ٿي خوديءَ جو تهہ چاڙهين. ان ڪان وڌيڪ حق ۽ حسن جي آڏو بيو

ڪوبہ حجاب (پردو) نہ آهي. مون ۾ آءُ ڪان پري رهج. "پاٽان پاسي تيءُ" جو سبق سکڻ گهرجيئي. ان ڪان پوءِ اها شخصيت (Individuality) پيدا ٿيندي، جا "از دل تنگ گناهہ گار بر آرم" آهي (جا) ڪہ آتش اندر خرمن آدم هوا فگنم - جو ڪم ڏيندي.

هتي اسان جي هڪ طرف حجاز ۾ ٻئي طرف سوڊان آهي. بہ ٽي ڪلاڪ اڳ اسان راس محمد، تان گذرياسون، جا سينا جي اپ ٻيٽ جي ڏکڻ ڪنڊ ۾ آهي. عقبا بہ اتي آهي.

جيترو آءُ غور ڪريان ٿو اوترو طوفان خيز "(راس) محمد" جو نظارو مون تي اثر انداز ٿئي ٿو. "يا خدا آءُ توڪي محمد ﷺ ڪانسواءِ سجاڻان ئي ڪونہ ها"— اهي بي بي رابع بصريءَ جا چيل لفظ اڄ بہ مون لاءِ اهائي معنيٰ رکن ٿا، جي ٽڙي بي بي صاحبہ وٽ رکندا هئا. جيڪڏهن ڪو محمد ﷺ کي پوريءَ طرح سڃاڻي، تہ پوءِ ٻئي مرشد ڪان آزاد ٿي وڃي ٿو. حافظ فرمائي ٿو تہ:

ما مريدان خدائيم، خدا رهبر ماست.

منهنجا پيارا دوست، خدا تنهنجو نگهبان ٿئي. خدمت خلق لاءِ جدوجهد ڪر. چاڪاڻ تہ جدوجهد (عملن) جو ئي انعام ملندو آهي. جلد رات اچي ٿي، جڏهن ڪوبہ ڪم ٿي نہ سگهندو. فڪر، عمل يا جيڪي ٻيو چوڻ ۾ اچي ٿو، سو سڀ پاڻ سڃاڻڻ ۾ مضمر آهي. فردعمل ڪري ٿو "پاڻ" کي مڪمل ڪرڻ لاءِ. پاڻ کي دوئيءَ جي بند مان آزاد ڪرڻ، عمل صالح ۾ لڪل آهي. "عملاً صالحاً" توکي حسن ازلي جي نزديڪ آڻيندو. اهو حسن صرف من ورائي حجاب ڪان ٻاهر ڏسي سگهبو. اهو حسن نور آهي. جنهن کي اسان علم جي نالي سان تعبير ڪريون ٿا. سو پاڻ سڃاڻڻ آهي. "پاڻ" مڪمل ٿي نہ سگهندو، جيستائين "پاڻ" کي سڃاتو نہ ويو آهي. جڏهين "آئون" گم ٿي وڃي ٿي، تہ پوءِ ئي اسلام مڪمل ٿئي ٿو. تنهان بعد حسن تنهنجي هنج ۾ اچي پوندو. هي سڀ تنهنجي لاءِ آهي. السلام عليڪم- جواب ۾ پنهنجو سارو احوال موڪليندو ڪر. ڪوشش ڪري لالچند (امرڏنومل) جڳتياڻيءَ کي سنڌ مدرسي ۾ ماستري وٺي ڏي. هن کي مسلمانن لاءِ محبت آهي. سنڌن بهترين خدمت ڪري سگهندو.

امداد قاضي

[پاڻ ٻيو دفعو باوجود حرصائڻ جي، سنڌي مسلمانن جي خواب غفلت کان ذري گهٽ نااميد ٿي، انگلنڊ ويندي، مون کي دعائون ڪندو وڃي ٿو. ان جي معنيٰ اها نڪري ٿي ته اهڙيءَ حالت ۾ ڪم ڪرڻ هن جهڙي حساس دل ماڻهوءَ لاءِ ناممڪن هو. هتي مون جهڙي فرد کي ڪم ڪرڻو هو، جو سوَ دفعا "جنين لاءِ مُياس، سي ڪلهيَ ڪانڌي نه ٿيا." جي تجربي بعد به منهن پڪو ڪريو سندن پٺ چڙهڻ لاءِ تيار نه هو. وڏيڪ هن خط مان قاضي صاحب جي فنا في الرسول جي منزل جو پتو پوي ٿو، جنهن لاءِ شاعر چيو آهي ته!

ايــن ســعادت بـــزور بـــازو نيســـت،
تـــا نـــه بخشـــد خـــدا ئـــي بخشـــنده.

(12)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

22 - اولڊ براڊسٽريٽ .E.C لنڊن
14 - مئي، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجو پيار پريو خط ٻه ڏينهن اڳ پهتو. هتي پهچڻ بعد اهو پهريون خط هو، جو پهتو، جنهنڪري دل کي پاڻ وڏيڪ خوشي ٿي. ان هن چوڻيءَ جي صداقت ظاهر ڪئي ته:

"دل را بدل ست راهي."

خط پهچڻ کان ٿورو اڳ اهو خيال دل تي آيو هو ته سن ۾ اچي تو وٽ رهي، ان مرڪز تان مخلص ڪارڪنن جي تربيت ۽ تعليم جو ڪم ڪريان. منهنجون گهرجون تمام ٿوريون آهن. منهنجي رهڻ لاءِ هڪ هجرو (ننڍو روم) ڪافي ٿيندو. اهڙي جاءِ هجي، جتي پڪي به پهچي نه سگهي. ان روم کي آءٌ ڪپڙو ڪري ڪتب آڻيان. ڪپڙن (روم) اندر ماڻهو ڏسڻ جي ڪوشش ڪانه ڪندا. گهر منهنجي لاءِ بدن مٿان ٻيو ڪپڙن جو وڳو آهي. اهو بدن کي گرميءَ ۽ ٿڌ کان ڍڪي ٿو. جهڙيءَ طرح ڪپڙا ڍڪين ٿا. ڪپڙا ۽ گهر هڪجهڙو ستر ڏين ٿا. قرآن شريف زال کي ڪپڙن سان تشبيهه ڏني آهي. اهو هڪ قدم وڏيڪ يعني ڪل کان اندر طرف جو ويس آهي. گهر هڪ ٻگري ڪپڙن کان مٿي

آھي. پر سيئي ڏڪ آھن. جنگ جي زماني ۾ ھٿيار بہ ڏڪ آھن. قوم وري گھر کان بہ مٿي وارو وڳو ۽ ڏڪ آھي.

بين لفظن ۾ ھي پردا حق مٿان آھن - جيئن قرآن چوي ٿو تہ "تون حق (خدا) کي من ورائي حجاب (پردن پويان) ڏسي سگھندين." غزالي عجيب نموني ۾ نورَ حق تي پردن مٿان پردن جو ذڪر پنھنجي تفسير "مشڪوات الانوار" ۾ ڪري ٿو. اھڙيءَ طرح ڪپڙن يا پردن ھيٺ ساري دنيا ڇُپي پيئي آھي. ڪارلائل جڏھين 'سارتوس، ريسارتوس' جو لفظ ڪتب آڻي ٿو، تہ ان مان سندس مطلب حُجاب ھو. گذريل جنوريءَ ۾ مون حيدرآباد جي ميٽنگ ۾ ان مسئلي تي ڳالھايو ھو. پر ڪن ٿورن سمجھيو ھوندو.

ڏس آءٌ ڪٿي ڪان ڪٿي اچي پھتو آھيان. مون تنھنجي سن واريءَ روم کي ڪپڙن طور ڏڪي، سنڌين سان ڳالھائڻ گھريو ٿي. تنھنجي زرھ ھيٺ. چا، اھو توکي قبول آھي؟ سنڌ ۾ صرف تنھنجي زرھ ڏڪي ڪم ڪري سگھان ٿو. بيو ڪوبہ مون کي نھڪي نہ ايندو. ڳالھہ صاف ڪئي اٿم يا نہ؟ اھو صرف توتي عيان آھي. بين جي اکين کان مخفي آھي. چاڪاڻ تہ صرف تنھنجي دل کي آءٌ پنھنجي دل جو ڏڪ بنائي سگھان ٿو. منھنجي زندگيءَ جي اھا بھترين گھڙي ھئي، جڏھين ڪان توسان ملاقات ٿي. توکي پنھنجو ڪري سمجھان ٿو- عزيزن کان بہ وڌيڪ. چاڪاڻ تہ دنياوي عزازتن کان منھنجي روح تنھنجي روح ۾ سمائجي ڏڪ ورتو آھي، جنھن مان اھو راحت ۽ گرمي دل حاصل ڪري ٿو ۽ ان ۾ ئي خلوت (Privacy) حاصل ڪري ٿو.

مسلمان قرآن پڙھندا يا نہ؟ ڪاش ھنن کي پتو پوي تہ دنيا جي واھيات (حقير) شين لاءِ کھڙي وڏي خزاني کي وساري ڇڏيو اٿن.

جيڪڏھن تون (20) ويھہ پيار پريا، اصيل ماڻھو قرآن سکڻ لاءِ گڏ ڪري سگھين، تہ آءٌ اتي اچي تو وٽ رھان. آءٌ پنھنجي پياري زال ھڪ سال لاءِ ھتي ڇڏي اچان. قبول آھي؟ دنياوي آرام ۽ بي آراميءَ جو مون کي فڪر نہ آھي. صرف جانور کي زندہ رکڻو آھي. چاڪاڻ تہ سفر ڏکھو ۽ جابلو آھي. ان جي طئي ڪرڻ ۾ سھڪي ونيو وڃي ٿي.

توکي وري وري لکڻ گھران ٿو، پر صفحن جا صفحا جي لباس بابت لکڻ چاھيان ٿو. ان تي دپ ٿو ٿئيم تہ مٿان تنھنجي صبر کي ٽڪائي

ڇڏيان. تنھنڪري صبر ڪريان ٿو. جلد خبر موڪل تہ ان تجويز بابت تنھنجي راءِ ڇا آھي.

مون کي گھڻي خواھش ھئي تہ ٿياسافسٽن سان گڏجي ڪم ڪريان. پر مون کي تجربي بعد معلوم ٿيو تہ جيتوڻيڪ ھو چون ٿا تہ "سچ سيني مذھبن کان مٿي آھي"، پر حقيقي سچ جو اظھار ڪين ڪاوڙائي ٿو. اھي سچ کي ڦيري گيري پنھنجي معنيٰ ۽ مطلب ڪڍن ٿا. ٿورن لفظن ۾ ھو ٿياسافيءَ کي وري ھڪ نئون قومي ۽ دستوري فرقو ٻين فرقن وانگر بنائڻ گھرن ٿا ۽ ان کي مذھبي عقيدي ۽ نظام جي شڪل ڏيڻ گھرن ٿا. اھا ڳالھ ممڪن آھي تہ سناتني مٿي وارن کي قبول پوي، پر [راسخ العلم] مسلمان کي قبول نہ پئي سگھندي.

ٿياسافيءَ اھا ڪوشش ڪئي آھي تہ پاڻ کي مختلف ماڻھن جي رضامندي مطابق پيش ڪري، پر اُن مسلم تصوف کي سمجھڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آھي. ٿياسافيءَ کان وڌيڪ مسلمان ھڪ ڪتاب ۾ پاڻ وٽ خزانو رکن ٿا.

ڇا ھو [منھن جي ڳالھ] ٻڌندا يا نہ؟ ھنن کي ڪن آھن يا نہ؟

ھاڻ، خدا يار شماست.

رنگا رنگي راھ جو ڏڌل، تنھنجو پاءُ جنھن کي دعا کان نہ وسارج،

امداد

[ھن خط مان قاضي صاحب جي سنڌين جي تعليم ۽ تربيت جي ذوق ۽ شوق جو پتو پوي ٿو، مون يڪدم سندس آواز تي لبيڪ چيو. پر بقول شاعر-

"اگر قسمت بدست خويش بردي، ھمہ کس پيش ياران خويش بودي"، جو معاملو ھو. اميدن ۽ ارادن جو سفر ڊگھو آھي. ۽ ان تي پھچڻ ڏکيو ۽ اڻانگو آھي. ھڪ اميدون رکي، نا اميد تي گذر ڪري ويو آھي. ٻيو "پسڻ خاطر پرين جي" اميد تي پساھ پيو کڻي - اجا اميد نہ لاٿي اٿس. چوي پيو تہ "آڏو تڪر تر متان روح رتيون تئين!"- باوجود ان علم جي تہ تڪر کي تارڻ ۽ روھہ کي رتيون ڪرڻ آسان ڪم نہ آھي. پر "گھڻن ڪنئين ڇپر ڪڇيو وڃي." سنڌ جي عام چوڻيءَ ۾ ويساھ اٿس.]

(13)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

لنڊن

15 - مئي، 1931ع

پيارا شاهه،

منهنجي ڪالهوڪي خط جي لفظن ۾ هڪ ڳجهارت ڏنل هئي. پتو نـہ آهي تہ تـو اها سمجهي يا نـہ؟ تو ممڪن آهي تـہ سمجهي هجي. آءٌ پنهنجي عالم دوست چينمل جي تجويز سان همراهہ نـہ آهيان تـہ صورتخطيءَ ڪي ڪا اهميت ئي نـہ آهي - جڏهين هو "نعوذبالله" کي "نوذبالله" لکي ٿو، تـہ ان جي معنيٰ جو تفاوت نظر نٿو اچيس ڇا. تو منهنجي خط ۾ "حجره" جي عيوض "هجره" لکڻ جو راز سمجهي سگهئين يا نـہ؟ هاڻ ٻڌ! هجرو جاءِ هوندي آهي پناهہ وٺڻ جي، اها منهنجي موجوده حجري کان مختلف هوندي. هاڻ اميد تـہ تو سمجهيو هوندو. منهنجي "هجري" لکڻ جو مطلب هجرت ڪرڻ آهي ان سبب ڪان، جنهن ۾ آءٌ هينئر ڦاٿل آهيان. شايد لفظ 'هجره' تنهنجو توجهہ نـہ ڇڪايو هجي. هاڻ جڏهين وري بيهر خط پڙهندين تـہ مطلب معلوم ٿيندو.

هاڻ آءٌ پنهنجي عالم دوست کان، جيڪو صورت خطيءَ جي پرواهه نٿو ڪري پڇڻ گهران ٿو تـہ جيڪڏهين صورت خطيءَ جي پرواهه نـہ ڪبي، تـہ ڪيترا نـہ باريڪ امتياز يا نقطا زبان ۾ پيدا ٿي پوندا - جڏهن "مرضي" ۽ "مرذي" يا "اڪرار" ۽ "اقرار" ساڳيءَ طرح لکيا ويندا. هاڻ توکي پتو پئجي سگهندو تـہ اسان نون سنڌيءَ جي خيرخواهن کان کهڙيون نـہ غلطيون ٿين ٿيون. اها ڳالهہ مون کي سنڌي پهاڪي جي يادگيري ڏياري ٿي تـہ:

"نون ميهارن مينهون ڏاريون، ڪٽا لاهي دونهيون ڪيائون."

جيڪي ڇٽين سي نپائين، شعر ۽ علم ادب جو قدر ماهر ڪري سگهندا، اسان ۽ ادي چينمل اڳيان "رڍون سڀ ٻوٽ ڪاريون."

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[ان خط ۾ ٻن ڳالهين طرف اشارو آهي -

(1) ان ۾ سندس سن ۾ اچي رهڻ جو مطلب سمجهايائين تـہ ان مان نـہ صرف اتي اچي رهڻ جو مقصد آهي پر ان جي پويان پنهنجي ساري زندگيءَ ۾

انقلاب آڻي ان ۾ تبديلي آڻڻ جو خيال مضمر آهي. ان ۾ مسز قاضيءَ کي اتي چڏي اچڻ بہ شامل هو، جنهن مان اشارتاً ان تجويز جي تڪميل ۾ جي مشڪلاتون هيون ان جو ذڪر ڪري ٿو.

(2) ان وقت سنڌي صورت خطيءَ بابت بہ انتها پسند رجحان ڪم ڪري رهيا هئا. انهن طرف بہ اشارو هو. انهن مان هڪ رجحان سوامي گووند آنند وغيره جي اڳواڻيءَ هيٺ هلي رهيو هو تہ سنڌي صورتخطيءَ مان عربي فارسي اکر جهڙوڪ: ث - ص - ض - ع - ط وغيره ڪڍي ڇڏڻا هئا- جنهن ڪري "عربي" کي "اربي" ڪري لکڻو پوي ها ۽ "ثواب" کي "سواب" ڪري لکجي ها، وغيره، وغيره. ٻئي طرف سنڌيءَ جي موجوده صورت خطيءَ کي قائم رکي، ٻوليءَ کي عربي ۽ فارسي جي الفاظن سان پرڻو هو. ان جي اڳواڻي ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو ڪن مولوين جي مدد سان ڪري رهيو هو. دادا چينمل ٻنهي انتها پسندين جي وچ ۾ هو، پر ڪيترن سنڌيءَ ۾ مروج ٿيل عربي الفاظن جي صورت خطيءَ بدلجڻ ڪري معنيٰ بدلجڻ واري مسئلي کان پورو واقف نہ هو. هتي قاضي صاحب پهرئين گروه واري سوامي گووند آنند جو ذڪر نٿو ڪري، جو سمجهي ٿو تہ ان جي پويان سياسي ذهنيت ڪم ڪري رهي هئي، پر دادا چينمل جهڙي صوفي منش جي غلطيءَ کي اهميت ڏيئي ان طرف توجهہ ڇڪائڻ گهري ٿو- ڇاڪاڻ تہ دادا صاحب اسان سان گڏجي ڪم ڪري رهيو هو، ان ڪي سندس غلطين طرف توجهہ ڏيارڻ ضروري ٿو سمجهي.]

(14)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

معرفت امپريل بئنڪ آف انڊيا لنڊن،
22 - اولڊ براڊ سٽريٽ E.C
1 - جولائي، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجو پيار پريو خط پهتو، تنهنجي محبت سان ڀريل طبيعت منهنجي لاءِ باعث امنگ (Inspiration) رهي آهي، تنهنجو خط بہ دفعا پڙهڻ بعد ان جي اندروني معنيٰ سمجهي سگهيو آهيان. آءٌ سمجهان ٿو تہ اسان سان

سن ۾ رهڻ ڪري توکي بہ موجوده سياسي ۽ سماجي ڪاروبار کي ترڪ ڪرڻو پوندو. ائين آهي ڇا؟ ها، سن ۾ رهڻ مون کي پسند پوندو.

مون کي سنڌي مسلمانن جو ماضي اجا دل تي تازو آهي، جيتوڻيڪ هن وقت اهو خاڪ ۾ مليل آهي.

غلامِ مرتضيٰ. مرتضيٰ جو غلام تيڻ دنيا جي وڏي ۾ وڏي شهنشاهيءَ کان بالاتر آهي. محمد ﷺ کهڙو نہ سهڻو نالو آهي. حيف آهي دنيا کي جو پنهنجي وڏي ۾ وڏي محسن کي وساري ويني آهي. هي دنيا محمد ﷺ کان اڳ هڪ تنگ و تاريڪ جهنگل مثال هئي، جنهن مان ڪوبہ رستو روشنيءَ طرف نيندڙ ڪونہ هو.

وصلي الله عليٰ نوراِ ڪزو شد نورها پيدا

کهڙيءَ طرح نہ هڪ اڏ پڙهيل سنڌي شاعر مدح ڪئي آهي-

جڏهين ڇايو محمدا تڏهين ڊپ لهي ويو ڊاءُ،

لٿو انڌارو عالم تان ٿيو سوجهرو صفا.

افسوس تہ اڄ ان محمد جا پوئلڳ ٿي آهن، جي پاڻ وڏيءَ اونداهيءَ ۾ ڦاٿل آهن، جن ڪجهہ وقت اڳ ساريءَ دنيا جي رهبري ڪئي ٿي.

منهنجا پيارا پاءُ، منهنجي اچڻ ڪري توکي تڪليف تہ ڪانہ ٿيندي؟ ڇا ان ڪري توکي پنهنجا موجوده سماجي ڪم ڪار جن ۾ تون مشغول آهين، ڦٽا ڪرڻا تہ نہ پوندا؟ آءٌ توکان ڪابہ قرباني منهنجي خاطر ڪرائڻ نٿو چاهيان. تون مون کي سڃاڻين. مون لاءِ اها وڏي ڳالهہ نہ آهي. تہ صرف چادر ويڙهي رهي سگهان. ورهين جا ورهيہ ائين ڪيو اٿم، ۽ منبر تان بانگون ڏنيون اٿم. آءٌ پراڻو موذن آهيان. مون انن ورهين جي عمر ۾ ائين ڪيو هو. اهو منهنجو ورثو آهي، جهڙو تنهنجو. پر مون کي دنيا جو زياده تجربو آهي. توکي اجا تجربي جي ضرورت آهي.

هي جي لياڪا لوڪ جا، جان جان سي نہ لٿاءِ،

تان تان ٿئي نہ ماءِ، پورو پسڻ پريںءَ جو.

(شاه)

آءٌ هيءُ انتظام ڪري ايڏاهين اچڻ جي تياري ڪري رهيو آهيان. جيڪڏهين مون کي ڪابہ شيءِ اچڻ کان روڪيندي تہ پهرين هندستان ۾ هندو

مسلم چڪتاڻ، ۽ ٻيو تنهنجي خط مان نااميديءَ جي جهلڪ. جيئن تنهنجي خط مان ظاهر ٿئي ٿو ۽ منهنجي خدمت ۾ رهڻ ڪري توکي پنهنجا سماجي ڪم ترڪ ڪرڻا پوندا، جن ۾ تون مشغول آهين ۽ جن جي ڪرڻ لاءِ تنهنجي دل گهريو پئي. پر فڪر نه آهي اسان تنهنجي سهوليت خاطر ڪجهه وقت ڪراچيءَ ۾ به رهنداسون. ڪڏهين ڪڏهين تربيت ڏيڻ خاطر ٻاهر نڪرنداسون، ۽ اتي رهي ڪم ڪنداسون، پوءِ جنهن کي سکڻ لاءِ مڪتب ۾ اچڻ جي خواهش هوندي، اهو ڀلي اچي، ائين نيڪ آهي يا نه؟ خدا ڀلو اسان کي ڪن مخلص ماڻهن کي صحيح تربيت ۽ تعليم ڏيڻ جي توفيق عطا فرمائي- مون کي پنهنجي خيالات کان جلد واقف ڪر.

توکي منهنجي ضروريات بابت خوف نه ڪرڻ گهرجي. مون کي هڪ صفا ڪمرو، ۽ تمام ٿورن ٻين شين جي ضرورت ٿيندي. مون تنهنجي وڏن جو جذبهٔ دل ۽ روحاني روشنيءَ جي جهلڪ تو ۾ ٻرندڙ ڏٺي آهي. سن انشاءَ الله، 'نور مرتضيٰ' جي ڪري وڌو ٿي چمڪندو.

خدا جون برڪتون سدائين توتي وسنديون رهن.

تنهن جو پيار ڪندڙ
امداد قاضي

[مون ڏانهس اڳ خط لکي، سن ۾ اچي، خانقاه (تربيت گاه) کولڻ لاءِ دعوت ڏني هئي. ان جي جواب ۾ هجرت جي لفظ جي معنيٰ سمجهائيندي، ان انقلابي قدم کڻڻ جي مشڪلاتن کان مون کي آگاه ڪيو هئائين. ان جي جواب ۾ مون کيس لکيو هو ته سيني ڳالهين جو اڳ پوءِ جاچي، سندس خدمت ۾ رهي، مخلص ڪارڪنن جي پيدا ڪرڻ جو ذمو ڪنيو هوم. ڪين لکيو هوم ته جڏهين اوهان ايڏي قرباني ڪري، مسز قاضيءَ کي به ڪجهه وقت لاءِ اتي ڇڏي رهبانيت واري زندگي گذارڻ لاءِ تيار هئا، ته منهنجي لاءِ لوڪلبورڊ، ٻئنڪن ۽ ٻئي سماجي ڪاروبار کي ڦٽو ڪري، پنهنجي ڳوٺ ۾ توهان جي خدمت ۾ رهڻ ڪا ڏکي ڳالهه ڪانه هئي. ان منهنجي لکڻ هن جي حساس دل تي اهو اثر ويهاريو ته هي نوجوان ضلعي لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ ٿي، ٻئنڪن جو ڊاريڪٽر رهي، سماجي ۽ سياسي زندگيءَ ۾ اهم پارٽ ادا ڪري رهيو آهي- متان ان جي ڇڏڻ ڪري ڪا حسرت نه رهجي وڃيس ۽

پوءِ پڇتائي. ان ڪري هي خط لکي وري مون کي مشڪلاتن کان متنبهه ڪري ٿو. هن خط پهچڻ کان اڳ آءٌ 14 جولاءِ تي هندوستان جي سير لاءِ بمبئي ۽ پوني وغيره طرف روانو ٿي ويو هوس.]

(15)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

معرفت امپريل بئنڪ آف انڊيا، لنڊن،
13 - آگسٽ، 1931ع

پيارا شاهه صاحب،

منهنجي خط جو جواب نه پهتو آهي. اميد ته پهتو هوندو. جواب جلد موڪل.
سلام ۽ برڪتون.

امداد قاضي

[جيئن ته اڳئين خط پهچڻ کان اڳي هندوستان جي سير تي نڪري ويو هوس، ۽ اتي به مهينا ڪن هوس، ان ڪري انتظار ۾ هي خط لکن ٿا، جو ڪيس مون وٽان جواب ڪونه پهتل هو.]

(16)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

22 - اولڊ براڊسٽريٽ، لنڊن
9 - سپٽمبر، 1931ع

پيارا شاهه صاحب،

هي ٽيون خط موڪليان ٿو، ٻن جو جواب ڪونه پهتو آهي. تمام مشغول آهين ڇا؟ ضرور هوندين. آءٌ ته سست آهيان. پر جيڪڏهين توکي تمام گهڻي مشغولي آهي، ته خوف ٿئي ٿو ته قيمتي ڳالهه وساري نه ڇڏين. ڇا، ڪيل وعدي تي قائم آهين؟ تو مون کي جواب نه ڏنو آهي. ان ۾ منهنجو قصور نه آهي.
سلامن ۽ برڪتن سان

تنهنجو پيار ڪندڙ
امداد قاضي

[آءٌ 14 جولاءِ کان آگسٽ جي آخر تائين، بمبئي، پوني، حيدرآباد دکن، آگري، دهليءَ، سرهند، لاهور ۽ ڪشمير طرف ويل هوس. ان ڪري واپس اچڻ بعد مٿيان بيئي خط گڏ پڙهيم. يڪدم جواب ۾ خط موڪليم.]

(17)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

معرفت امپريل بئنڪ آف انڊيا، لنڊن

9 - آڪٽوبر، 1931ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجا ٻه خط يڪ بعد ديگر ساڳئي هفتي ۾ پهتا. مون کي تو وٽان خطن جي وقت اندر جواب نه اچڻ ڪري تعجب پئي ٿيو. هاڻ پتو پيو ته ان جو سبب هندوستان جي سير لاءِ ٻاهر وڃڻ هو. مون کي هيءَ ڳالهه معلوم ڪري خوشي ٿي آهي ته تون هندوستان جو سير ڪري آيو آهين. قرآن ان لاءِ خاص تاڪيد ڪيو آهي ته "فانتشروا في الارض وبتغوا" ڪو دور هو، جو مذهب سمنڊن تي سفر ڪرڻ کان منع ڪئي هئي - جيئن ويدڪ مذهب ڪيو هو. ان معاملي ۾ "لڪل اجل ڪتاب" جي صداقت معلوم ٿئي ٿي. سڀ ڪنهن دور جي تقاضائن مطابق مذهب جدا حڪم ڏنا آهن، جن جي مڃڻ لاءِ خاص راز رکيل هو.

اسان جو گانڌي ڪيترن انگريزن، يورپين ۽ آمريڪن کي پسند پوي ٿو. هي ان جو لائق آهي. مون کي سندس لاءِ هندن کان گهڻ پيار ڪونه آهي. هي هر ڳالهه ۾ عزت جو لائق آهي.

تون پيو لکين ته هاڻي غريب مسلمانن جو ڪهڙو حال ٿيندو! حيف آهي انهن کي جي مسلمان سڏائي حقيقت ۾ مسلمان نه آهن. مسلمان غريب ٿئي، اها ڳالهه ناممڪن آهي. انڪري مون کي عزت ماب گرونانڪ جا لفظ ياد پون ٿا-

"مسلمان ڪهاوڻ مشڪل هووي"

سندس اها مصرع نهايت پُر معنيٰ آهي. مسلمان ڪير آهي؟ مسلمانيءَ جي پد تي پهچڻ ڪيڏو نه مشڪل ڪم آهي! تنهن ڪري گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته مسلمان تڏهين سڏاءِ جڏهين صحيح طور تي مسلمان ٿيو هجين.

هي قول آهي سک پنٿ جي بانيءَ جو. ڇا مسلمان ۽ سک سندس انهن لفظن جي معنيٰ پروڙي سگهيا آهن؟ نه. سک پاڻ مسلمانن جا وڏا دشمن ٿي پيا آهن، ڇاڪاڻ ته اهي گرو نانک جي پيروي نٿا ڪن. اڄ ڪلهه جو اڪثري مسلمان بيو ڪجهه به هجي، پر مسلمان نه آهي. وڏي ۾ وڏي دعا جا پيغمبرِ اسلام گهُري، سا اها هئي ته "يا خدا مون کي سڃاڻپ ڏي!" اسان مان ڪير ان جو ڳولائو آهي؟ خسيس خواهشن اسان کي ويڙهي ورتو آهي، "والعصر" گهڻن پڙهي هوندي، پر ڪن ٿورن کي پتو هوندو ته "والعصر" جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟ اها هيءَ آهي ته "زماني تي غور ڪريو"! ان کانپوءِ حڪم ڏنل آهن ته ڪهڙي طرح وقت "عمل الصالحات، وتواصوبالحق وتواصو بالصبر" ۾ گذارڻو آهي. تنهنڪري وقت ڏنل حڪمن مطابق صرف ڪرڻو آهي. ٻيءَ صورت ۾، "ان الانسان لفي خسر"- ماڻهو ڇيئي ۾ پوندو.

منهنجا وطني ڀائر، جي پاڻ کي هندو سڏائين ٿا، تن مان ٿورن کي سندن تاريخ ۽ حڪمت جو پتو آهي. ڪم از ڪم مون کي ته ديوان ڏيارام کان سواءِ ٻيو ڪو ڏسڻ نه آيو آهي. ٻئي طرف مسلمانن کي سندن مذهب جي گهٽ خبر آهي. سک ته سندن مذهب کان قطعي اڻ واقف آهن. ان حالت ۾ منجهن ڪهڙيءَ طرح اتحاد، امن ۽ ترقي ايندي. هلڻ کان اڳ روشني جي ضرورت آهي. اسان سڀ اهڙيءَ تهه اونداهيءَ ۾ ڦاٿا پيا آهيون، جو روشنيءَ جي وجود کان بي خبر ٿي ويا آهيون. روشني "والله نورالسمٰوات والارض" جي سڃاڻپ آهي.

پيارا ڀاءُ، سنڌين کي تيار ڪر ته انهيءَ نورِ هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪن. هندو ڀائر وڏيڪ سجاڳ آهن. مسلمانن کي سجاڳ ڪر. مسلمان زميندار هر سال جيترو پيسو وڪيلن جي فين تي خرچ ڪري ٿو، ان مان وڏو ڪاليج هلي سگهي ٿو. ڪيتري قدر گمراهيءَ ۾ گرفتار آهن!

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[هيءُ خط منهنجي ٻن خطن جي جواب ۾ خاص طرح هدايت لاءِ هو.]

---

(18)

(انگريزي مان ترجمو)

22 - اولڊ براڊ اسٽريٽ، لنڊن

2 - ڊسمبر، 1931ع

پيارا شاھ صاحب،

گهڻو وقت گذريو آهي تہ خط ڪونہ لکيو اٿئي. اڄ وزير اعظم برطانيہ سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ جو اعلان ڪيو. پر ان [جوابداري پوڻ جو] ڪنهن کي احساس آهي؟ [سنڌي] مسلمانن کي سندن ڪاهليءَ، جهالت ۽ فضول خرچيءَ تي شرم ڪونہ ٿو اچي. اسلام جو شاندار نالو نا اهل ماڻهن لاءِ ڏک ڪري ڪتب آندو وڃي ٿو. جي صرف نالي جا مسلمان آهن! اسان کي ٻئي ڪنهن سان بہ جهيڙو نہ ڪرڻو آهي، صرف ڪاهليءَ سان ڪرڻو آهي. جنهن مان جسم، دل، روح ۽ سنڌ کي نقصان پهچي ٿو. ان مان منهن جو مقصد، خدا جي عطا ڪيل نعمتن جن مان زمين بہ هڪ آهي، ضايع ڪرڻ آهي. آءٌ ٻڌان ٿو تہ سنڌ جا هندو مسلمان هڪ ٻين کي نقصان پهچائڻ گهرن ٿا. مهرباني ڪري مون کي ان بابت صحيح حقيقت لکي موڪل ڇاڪاڻ تہ ان بابت احوال معلوم ڪرڻ واسطي مون ڪيترن کان لکي پڇيو آهي، پر ڪٿان بہ جواب ڪونہ پهتو اٿم. ان ڪري مون کي شڪ پيدا ٿئي ٿو. تنهنڪري سموري ڳالهہ لکي موڪل. ڇا ٻيئي ڌريون پاڻ ۾ وانگر رهي نٿا سگهن، سواءِ خالي ڏکين دعوائن ۽ خالي ٻڌاڪن هڻڻ جي. ڇا تعليم يافتہ هندو مسلمانن کي تعليم ڏيڻ سان عملي پائيپيءَ جو مثال پيدا ڪري نٿا سگهن؟ ۽ مسلمان انهن جي هر طرح خدمت ۽ محبت سان ڪين ويجهي آڻڻ جي ڪوشش ڇو نٿا ڪن؟ ماضيءَ جي ڳالهين ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو! ڪين صرف صوفي ازم ۽ يوگ جون ڳالهيون ڪهڙو فائدو پهچائينديون! حال کي درست ۽ مستقبل کي روشن ڪرڻ لاءِ ٻنهي ڌرين کي عملي ثبوت ڏيڻ گهرجي.

آءٌ توکي ڪراچيءَ جي ائڊريس تي خط لکان يا سن جي؟ تڪڙ ۾ لکڻ لاءِ معافي طلب، هن دفعي خط سنڌيءَ ۾ لکي موڪل، جنهن ۾ گذريل انن مهينن جي سنڌ ۾ سرگذشت جو احوال تفصيلوار لکي موڪل. مون کي ان طرف جي ڪا بہ صحيح خبر ڪانہ ٿي پهچي.

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[هن خط ۾ نئين صوبي سنڌ جي مستقبل ۾ تعمير لاءِ هندو مسلمانن جي گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ خواهش جو اظهار ٿيل آهي.]

(19)

(سنڌيءَ ۾ لکيل)

48 - پيمبروڪ روڊ،
براملي ڪينٽ، انگلينڊ
26 - جنوري، 1931ع
بجناب محب محترم شاه صاحب سلمه العزيز،
السلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته.

اخوي صاحبا، گهڻن ڏينهن کان پوءِ مس مس خط پهتو. پر خط بہ بي شڪ خطن جهڙو آهي. اونداهين لاءِ روشني هئي، گهڻو مشڪور ۽ ممنون ٿيس.

عام طور سنڌين جو رواج، عام چوڻيءَ مطابق تہ "جي چلهہ تي سي دل تي" جو هوندو آهي. پر اها چوڻي سنڌ لاءِ خود باعث ملامت آهي. انسان جيئن اعليٰ کان اعليٰ درجي تي تو رسي، تيئن اکين جي تسلط کان آزاد ٿو ٿئي. اکين پورڻ سان ساري جهان جو سير ڪري ٿو سگهي ۽ ان کانپوءِ عالم بالا جو، بقول شاه صاحب، "جڏهين پيئي منهن واريون مجازڻيون پوري ٿو، تہ پيئي عالم تخيل جي اکين اڳيان ظهور ۾ اچنس ٿا." جيتوڻيڪ سنڌين جي اکين ۾ حياءُ آهي، پر مجازياڻين جي تسلط هيٺ پورا پورا مقبوض آهن. اڻ ڏٺي کي ڏسڻ سندن لياقتن مان نہ آهي. ساريءَ سنڌ ۾ فقط چند انسان آهن، جن لاءِ دل خاص طور ڪڍي ٿي.

"دل را بدل ست راهي"

خط پهچڻ کان پوءِ هڪ عجيب منظر پيش آيم. سن شريف هڪ جاءِ ۾ "مڪتب حڪمت" (School of wisdom) ۽ ٻيءَ جاءِ ۾ "عالمگير مذهب جو مرڪز" (Head qarters of the Relegion of the world) ڏسڻ ۾ آيم. ڇو نہ؟ ماشاءَ الله! قادر مطلق جي اڳيان ڇا ممڪن نہ آهي- [جي] مشيت ازلي هجي! قرآن هي تو ياد ڏياريم-

والتين والزيتون- وطورسينين- وهذاه البلدالامين.

ڇا نہ دنيا ئي معنيٰ هنن ٻن مقولن شريفن ۾ ڪوزه ۾ دريا وانگر بند ٿيل آهي. پر ڪو سمجهڻ وارو هجي؟

برادر، مون اڳي ئي عرض ڪيو هو تہ مسڪين تيار آهي. انهن ٻنهي محلن شروع ڪرڻ لاءِ - هڪ ۾ عام عالم، ٻئي ۾ خاص دينيات.

سن شريف سنڌ جو مرڪز آهي. جي خدا گهريو تہ هڪ ڏينهن پريان پريان جا ماڻهو سن ۽ سنڌوءَ جي زيارت تي ايندا. عام علم خود دينيات آهي، پر بندوبست جدا ٿيندو. ڪريوس شروع. بسم الله - پر بِـ اِسم الله - واقعي، نہ محض زباني طور.

خدا ڪري تہ شل اسان جي هندن پائرن ڪي مسلمانن ڏانهن حقيقي محبت ۽ همدردي پيدا ٿئي، ڇا اڄان معدوم آهي. ڪورين جون سوُسيوُن، ڪيسَ ۽ ڪپڙَ ڪون خريدين. 'ڪنڊر خريد ڪريو' جي ڏم پٺي پوي. گربيون، رومال..... ڇا ڇا نہ سنڌ اُٽندي هئي! پر مسلمان ڪورين جي غريب گهرن ۾ پئسو ڇو وڃي. پر خير، تنهن کي ڇا ڪبو؟

هاڻي وري بہ تو لکان تہ جي تياري هجي تہ اسين بي شڪ اچون، ۽ اميد خدا ۾ آهي، جي مشيت بہ ائين هجي، تہ عالمگير مذهب (World Religion) ۽ ان لفظ جي معنيٰ ڇا آهي، سا سن مان دنيا کي ٻڌايون. ڇا لاءِ تہ دنيا کي خبر نہ آهي ۽ جي ڪن کي آهي تہ مفت لڪائين ٿا.

مسز قاضيءَ بہ خط لکيو ٿو ڏسجي. جي هائو، تہ هائو. وڌيڪ اوهان تي منحصر آهي. اوهان جي جواب جا منتظر هونداسون.

پر هنن خطن جو ٺڪو بہ جئن ڪنهن جي ڪن تي نہ پوي. خدا مان ۾ بہ هڪ عجيب طاقت ۽ معنيٰ رکي آهي. هن بابت ڪنهن بہ انسان سان ڳالهہ نہ ڪيندا. جيسين سڀ بندوبست ٿئي. ۽ اسين بہ اتي پهچي وڃون. جي قسمت هجي تہ! آينده مولا جي مرضيءَ تي سڀ منحصر آهي.

فدوي، امداد.

[هي خط مون کي فيبروريءَ جي شروعات ۾ پهتو. مون ڪين اڳي موڪليل خط ۾ پڪو فيصلو ڪري، ڪين اچڻ لاءِ لکيو هو، جنهن بابت احوال مسز قاضيءَ سان بہ ڪيائين. جنهن جو جواب هيٺ ڏجي ٿو. انهن جي جواب ۾ مون ڪين يڪدم لکيو تہ جلد اچن، ٻيءَ صورت ۾ سن ۾ گرم هوائون لڳڻ

شروع ٿينديون.ڪين ٻڌايم تہ اهو مناسب نٿو ڀانيان تہ گرمين ۾ اچڻ ڪري اوهان کي سن بابت ڦهريان ئي غلط تاثر پيدا ٿين. گرمين ۽، بارشن ۾ ٻن چئن ڏينهن لاءِ ميچر بہ ٿين ٿا. اها ڳالهہ بہ کين گوش گذار ڪيم.]

[مسز قاضيءَ جو] (20) (انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪريگمور،

48 - پيمبروڪ روڊ،

براملي - ڪينٽ، انگلنڊ.

27 - جنوري، 1932ع

ڊيئر مسٽرشاهہ،

منهنجي مڙس کي اڄ صبح جو اوهان کان خط پهتو. پڙهي نهايت خوش ٿيو. مون معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اها ڪهڙي ڳالهہ هئي جنهن کيس ايتري خوشي بخشي هئي. پر جيئن تہ خط سنڌيءَ ۾ لکيل هو، سو سمجهي نہ سگهيس. پر قاضي صاحب ان بابت سموري ڳالهہ مون کي ٻڌائي تہ سيد خواهش ظاهر ڪئي آهي، تہ اسان ٻيئي اچي اوهان جي ڳوٺ ۾ اوهان سان رهون. ان ۾ اوهان جي بنگلي جي دريا جي ڪناري تي هئڻ جو منظر چٽيل هو. اها دعوت اهڙي دلاويز هئي، جو مون خيال ڪيو تہ دريا جي ڪناري تي ويهي، خوش خواب لهي، شعر لکان، يا رات جو چنڊ جي روشنيءَ ۾ ٻيڙيءَ جو سير ڪريان.

مون کي ياد آهي تہ جڏهين اسان انڊيا ۾ هئاسون، تہ اوهان مهرباني ڪري اسان کي ڪراچيءَ جي بنگلي ۾ رهڻ لاءِ دعوت ڏني هئي. پر وڏا شهر مون لاءِ ايترو دلچسپيءَ جو باعث نہ آهن، جهڙو ڳوٺن جو نظارو. مون کي سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگي لاءِ نهايت پيار آهي. مون سدائين ڳوٺن کي شهرن تي ترجيح ڏني آهي. وڏا شهر گندي پاڻيءَ جون کڏون آهن. گوڙ گهمسان جا ڪُنَ آهن ۽ ڪاروبار جا اڏا آهن. پر ڳوٺ آرام جا آستان ۽ پاڪيزه جايون آهن، خاص ڪري ان ماڻهوءَ لاءِ جو خيالي دنيا ۾ رهي، شعر چوڻ گهري- جنهن ڪم لاءِ وڏا شهر بيڪار آهن. بيشڪ اونهاري ۾ اتي گرمي ٿيندي هوندي. پر قوي گمان آهي تہ سن جو ڳوٺ (اُتر سنڌ وانگر) تمام گرم نہ هوندو يا گرميءَ کي جهولڻ سان گهٽائي سگهجي ٿو. مون کي جهولڻا بجليءَ جي پکن کان وڌيڪ

پسند آهن. جيڪڏهين انهن کي چڱيءَ طرح هلائجي تہ انهن مان گھڻي هوا لڳي سگهي ٿي. پر بد بختي اها آهي تہ پکي ڇڪڻ وارن کي اڪثر ننڊ ڪٺيو وجي، ۽ ارمان ٿئي ٿو تہ انهن جي تڪليف اسان جي آرام جو باعث بنجي ٿي. پر جيڪڏهن وڏيڪ پکي وارا رکيا وڃن، جي واري سان پکا ڇڪيندا رهن، تہ انهن لاءِ ايترو تڪليف ده نہ ٿيندو. منهنجي خواهش آهي تہ ايڏا وڏا پَرَ هُجنم تہ يڪدم اڏامي اتي پهچي وڃان. باوجود ان جي مون کي يقين آهي تہ اوهان جي ان دعوت جو جلد فائدو وٺنداسون.

جڏهين اوهان جلد هن دفعي منهنجي مڙس کي خط لکو تہ مون کي بہ خط لکندا تہ اهڙو ڪو انتظام ٿي سگهي ٿو جو ڪجهہ قدر گرميءَ کان اسان کي بچائي سگهي.

ڇا اجان بہ اوهان سخت مشغول رهي، ننڊ گهٽ ڪريو ٿا! اميد تہ ان عادت کي گهٽ ڪيو هوندو. جيڪڏهن اسان اتي آياسون تہ اوهان کي آرام وٺڻ سيکاريندااسون. فڪر ڪرڻ طرف گهٽو خرافات دنيا جي ڪمن طرف گهٽ ڌيان ڏيارڻ لاءِ اوهان کي هيرائينداسون.

مون کي اجان تائين اهي ننڍيون دلچسپ ڪهاڻيون ياد آهن، جي اوهان اسان کي حيدرآباد ۾ اچي ٻڌائيندا هئا. اسان اهي ٻڌي، خوش ٿيو وندرندا هئاسون. مون کي اُميد آهي تہ اوهان هن وقت تائين انهن جو وڏيڪ ذخيرو ڪنو ڪيو هوندو، جي اوهان تنهن وچ ۾ ڳوناٽن کان ٻڌيون آهن. آءٌ اهڙي موقعي جي انتظار ۾ آهيان. مهرباني ڪري لکو تہ ڪهڙي شيءِ اوهان لاءِ هتان آڻيون. مهرباني ڪري ان پروگرام بابت اجان ڪنهن سان ڳالهہ نہ ڪندا، جيئن اسان جو اِتي اوچتو اچڻ تعجب خيز نموني ۾ ٿئي.

سلام.
اوهان جي مخلص
ايلسا قاضي

[ٻنهي جي خطن پهچڻ بعد ڪين جدا خط لکيم، جنهن ۾ ڪين لکيم تہ جهڙيءَ طرح ڪين انتظار آهي، ان کان وڏيڪ مون کي آهي. مسز قاضيءَ جي خط ۾ وڏيڪ لکيم تہ، آءٌ جيڪي بہ هن وقت آهيان اُن جو مکيہ سبب سندن

صحبت فيض بخش جو اثر آهي، ورنہ آءٌ هڪ ڳوناٺو اڏ پڙهيل، انهيءَ ڪلاس جو فرد آهيان، جن جي اڪثريت خود مطلب، جاهل، ذهني ۽ دلي خوبين کان محروم آهي. ان جي دليل ۾ مون شيخ سعدي عليہ جو هيٺيون بيت ڪيس لکي موڪليو هو-

| | |
|---|---|
| گـــل خوشـبوءِ در حمـام روزي | رسيدم زدسـت محبوبـي بدسـتم |
| بدو گفتم ڪہ مشڪ يا عنبيريَ | ڪہ آز بوئـي دلاويـزي تـو مسـتم |
| بگفتـا مــن گــل نــاچيز بــودم | و ليڪــن مدتــي بـــاگل نشـــتم |
| ڪمال هم نشين درمن اثر ڪرد | و گـر نہ مـن همان خاڪم ڪہ هستم |

معني: هڪ ڏينهن حمام خاني ۾ خوشبودار مٽي مون کي پنهنجي محبوب کان دستياب ٿي. ان کان تعجب ۾ پڇي مون پڇا ڪئي تہ ڇا تون مشڪ يا عنبر آهين، جو تنهنجي دلاويز خوشبوءِ مون کي مست بنائي ڇڏيو آهي! اُن تي ان مٽيءَ جواب ڏنو تہ "آءٌ اُهائي ناچيز مٽي آهيان، ليڪن ڪو زمانو گلن جي صحبت ۾ رهي آهيان، انهن جي صحبت جي ڪمال مون تي اثر ڪيو آهي، نہ تہ اصل ۾ مان اهائي خاڪ آهيان، جا پيرن هيٺ لتاڙجي ٿي! ان جي جواب ۾ مسز قاضيءَ مون کي هيٺيون خط موڪليو.]

(مسز قاضيءَ جو) (21) (انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪريگمور
پيمبروڪ روڊ،
براملي ڪينٽ، انگلنڊ.
12 - اپريل، 1938ع

ڊيئر سيد غلام مرتضيٰ

مٿين [سنڌيءَ ۾ لکيل] اکرن مان توکي پتو پوندو تہ آءٌ ڪوشش ڪري رهي آهيان تہ سنڌي سکان. پر مون کي پڪ آهي تہ اهي اکر صحيح نہ هوندا. منهنجي خيال موجب انهن ۾ ڪيتريون چُڪون هونديون. مون [سنڌيءَ ۾] ڊيئر غلام مرتضيٰ لکڻ گهريو ٿي. مون کي شڪ ٿي پيو تہ شايد تون پڙهي بہ نہ سگهيو هوندين، جو اُن ۾ گهڻيون چڪون هونديون. تنهنجي ٻنهي خطن لاءِ مهرباني، جو تو اسان ٻنهي کي چند ڏينهن ٿيا تہ لکيا آهن.

تو جيڪي خط ۾ محبت آميز لفظ اسان لاءِ ڪتب آندا آهن، انهن لاءِ شڪريو ادا ٿي ڪريان. تو پرشن شاعر سعديءَ جون مصراعون، جي لکيون آهن، مسٽر قاضيءَ انهن جو ترجمو ڪري مون کي ٻڌايو آهي. ان جو پنهنجي شاعرانہ طبيعت موجب آءُ پنهنجي طريقي تي جواب موڪليان ٿي.

"جنهن گل، مٽيءَ کي خوشبوءِ ڏني، ان مون سان جا سندس ڳالهہ بيان ڪئي آهي، سا هيءَ آهي تہ اصل ۾ اهو گل خوشبوءِ کان سواءِ هڪ ٻوٽو هو. هاڻ اهو گل بنجي پيو آهي. جڏهين اُن کان پڇيم تہ هو ڪهڙيءَ طرح گلاب بنيو، ڪنهن منجهس حسن پيدا ڪيو ۽ ڪهڙيءَ طرح ان ۾ خوشبوءِ آئي، " تہ گل جواب ڏنو تہ "رڳو ڪالهہ آءُ مٽيءَ جي ڪونديءَ جي پير ۾ پيل هوس، جتي مٽيءَ جو ڍير هو. اهو ڍير محبت جي جلوي سان پرپور هو. ان جي پاڪ تجلي آهستگيءَ سان مون ۾ پير جي ويئي، جنهن جي طفيل ئي مون ۾ خوشبوءِ پيدا ٿي آهي. محبت جي غير فاني نور مون کي خوبصورت ۽ چمڪندڙ بنايو آهي. هاڻ آءُ ٻوٽو نہ آهيان. محبت جي نظر مون کي گلاب بنائي ڇڏيو آهي."

سو تون ڏسي سگهين ٿو تہ اها محبت جي ڪيميا ئي هئي، جنهن هڪ رواجي ٻوٽي کي رنگين ۽ خوشبودار گلاب ۾ بدلائي ڇڏيو.

تون محبت جي اکين سان، جي محبت جي نشي ۾ مخمور آهن، خدا جي بنايل شين تي نگاه وجهين ٿو، تنهنڪري توکي سڀ شيون خوبصورت ۽ خوشبودار ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. جڏهين تون پکين کي قرب ۽ محبت جي نظر سان ڏسين ٿو، تہ اهي پکي تنهنجي نگاه ۾ بهشتي بنجيو پون. اها محبت جي روشني هئي، جنهن مٽيءَ جي ٺُڪري کي خوشبوءِ ۽ حسن واري گلن جي صورت عطا ڪئي. پر مٽيءَ جي ڍير کي انهيءَ حسن پيدا ڪرڻ جو علم ئي ڪونہ هو. حَسين کي پنهنجي حسن جو پتوئي نہ هوندو آهي.

ايترو سعدي جي شعر لاءِ ڪافي آهي.

مون لاءِ ان بابت راءِ قائم ڪرڻ مشڪل آهي تہ جنهن شاعر اهي موتين جهڙا شعر چيا آهن، تنهن وڏيڪ ڪمال ڪيو آهي يا اُن ماڻهوءَ جنهن سهڻا موتي چونڊي انهن کي عمديءَ مالها جي صورت ونائي آهي؟ موتين جي خوبصورت مالها بنائڻ بہ وڏو فن آهي. بنا شڪ جي خدا تو ۾ اها جادوءَ ڀري ذات پيدا ڪئي آهي، جو ڪِنَ جيتري عرصي ۾ تون پنهنجو هٿ شعر جي پندار

۾ وجهيو، ڪڏهين موتي ڪڏهين لعل. ڪڏهين زمرد ٻاهر ڪڍيو ونين. ۽ پوريءَ طرح موقعي جي تقاضا موجب پوئي، خوبصورت هار بنايو ڇڏين. مون تو ۾ حيدرآباد ۾ ڪاڏي جي ميز تي ويهڻ وقت اها لياقت اڪثر پرکي هئي.

هاڻ چند لفظ تنهنجي سن واري بنگلي ۽ اسان جي اتي اچڻ بابت لکنديس. اها ڪهڙي نہ سٺي ڳالهہ آهي، جو اسان جي رهڻ لاءِ اهڙي پر فضا جاءِ ڪي چونڊيو اٿئي. آءٌ سمجهان ٿي تہ درياءَ سنڌ جي ڪناري تي اها واقعي خوبصورت جڳهہ هوندي. اهو دلچسپ مڪان درياءَ جي ڪناري تي گلن، باغن ۽ اونهاري ۾ دريا جي پُر منظر نظاري سان اڪين اڳيان پيو ڦريم، ان مون کي ايڏاهين اچڻ لاءِ نهايت هرڪايو آهي. جيڪڏهن مون وٽ علاوالدين وارو جادوءَ جو غاليچو ميسر ٿي وڃي تہ يڪدم اتي پهچي وڃان. تو وٽ هجي تہ اسان ڏي ڏياري موڪل. اها افسوس جي ڳالهہ آهي تہ جديد سائنسدانن اجان ڪو اهڙو سواريءَ جو ذريعو ڳولي نہ ڪڍيو آهي، جو ڇهہ هزار ميل پنجن منٽن ۾ طئہ ڪري وڃي. شايد ڪنهن ڏينهن اها ايجاد بہ ڪن. ان وچ ۾ صرف انساني فڪر تڪي ۾ تڪو هر جاءِ تي پهچڻ جو ذريعو آهي. سو آءٌ هن خط لکڻ وقت فڪر جي هوائي جهاز ۾ اتي پهچي چڪي آهيان. آءٌ ڪالهہ، ٽيون ڏينهن ۽ ان کان اڳ بہ سن جو سير ڪري آئي آهيان. ڪنهن وقت رات جو اتي فڪر جي پکن تي اُڏامي سن اچان ٿي، جتي دريا جو نظارو خاص ڪري چاندوڪيءَ رات ۾ پرلطف ۽ آرامده آهي. اتي جديد شهري زندگيءَ جي گهمسان کي مون تائين پهچڻ جو امڪان ئي نہ آهي. اتي جڏهين فڪر جي خوابن ۾ غرق ٿيان ٿي، تہ خوبصورت رات جا تارا منهنجي مدد ڪن ٿا. ان سبب ڪري ڪڏهين موٽڻ ۾ دير ٿي ڪريان، تہ پر واريءَ مسجد مان اذان جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. پر باوجود ان جي [موٽي اڏامڻ وقت] سنڌ جي دنيا کي سٽل ڏسان ٿي- ڪير ٿو مؤذن حقيقيءَ جو آواز ٻڌي؟

جيڪي تو گرم موسم بابت لکيو آهي اهو سچ آهي. مون کي شخصي طور گرم موسم ۾ تورن مچرن جي پرواه نہ آهي. پر مسٽر قاضي انهن ڳالهين ۾ مون کان زياده دٻجي ٿو. تنهنڪري چوي ٿو تہ سن ۾ اسان کي بارشن کان پوءِ اچڻ گهرجي.

شهر کان تنهنجو بنگلو گهٽو پري آهي؟ معلوم ائين ٿئي ٿو تہ شهر کان ڪجهہ مڙيئي دور آهي. آءٌ واقعي هن سائنٽيفڪ ماحول کان تنگ ٿي چڪي

آهيان. موٽر ڪارون، هوائي جهاز، ايليڪٽرڪ سٽي، ريڊيا، وائرليس، سائنيمائون، ٿئيٽر، ناچ گهر، وڏيون شاپون، هر قسم جي جديد سامان سان پريل ۽ زندگيءَ ڪي سهل بنائڻ جا مختلف ذريعا سڀ هتي موجود آهن. پر جيئن وڏيڪ آرامده زندگي، تيئن شعر جي آمد گهٽ، هتي سڀڪو جلدائيءَ سان آرام، پيسي ۽ وڏي نالي حاصل ڪرڻ لاءِ ڊوڙي رهيو آهي. اهو گهڻن ڪي وسري ويو آهي تہ اسان هتي فاني ملڪيت هٿ ڪرڻ لاءِ نہ آيل آهيون پر دائمي روحاني ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيل آهيون. جيئن زندگيءَ ڪي اسان وڏيڪ خوبصورت ۽ قيمتي بنايون. يورپ ۾ اڄ ڪلهہ جو نعرو "تيز رفتاري" آهي. هتي فڪر ۽ آرام لاءِ، جنهن مان روح کي راحت ملي، جڳهہ نہ آهي.

مون کي آرام، شانتي، شعر ۽ دائميت جي حصول جي ضرورت آهي. مون کي هتي جي ڊانسنگ هالن جي "جازي پيازن" کان ڳوناٺي نار جو آواز وڏيڪ پسند پوندو. آءٌ گوڙ گهمسان موٽر ڪارن جي هارنن، هوائي جهازن جي آوازن، مئڪسوفن جي دانهن کان دور رهڻ چاهيان ٿي.

اميد تہ هي خط توکي بمبئي وڃڻ کان اڳي پهچي ويندو.

نهايت پيار سان

ايلسا قاضي

[هي بيئي خط پنهنجو احوال پاڻ ظاهر ڪن ٿا. انڪري انهن جي وضاحت جي ضرورت نہ آهي.]

(22)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

48 - پيمبروڪ،
براملي، ڪينٽ، انگلنڊ.
27 - اپريل، 1932ع

پيارا شاہ صاحب.

تنهنجا پيار پريا خط مون ڏي ۽ مسز قاضيءَ ڏي نهايت همت افزا هئا. پر اسان فيصلو ڪيو آهي تہ بهتر ٿيندو تہ اتي گرمين گذرڻ کان پوءِ اچون. تنهنڪري ڪجهہ مهينا ترسي، پوءِ ايندا سون. جنهن جاءِ تي تون اسان کي

رهائڻ گهرين ٿو. نهايت ڪشش ڪندڙ آهي. اسان ميجرن جون مهاريون ونيو ايندا سون. جيڪڏهين انهن جي پيدا ٿيڻ جي جاين کي صاف رکي سگهجي، ته پوءِ ميجرن جي تڪليف گهٽ ٿي سگهي ٿي.

مون کي خوشي ٿئي ٿي ته باوجود مشڪلاتن جي تون ضلعي لوڪلبورڊ جي عهدي تي هلندو اچين. دادوءَ بابت تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ چو نه ماڻهن کي اُن لاءِ دلچسپي پيدا ڪجي. اسان کي ياءِ چيئمل جي مشڪلاتن جو نهايت ارمان آهي. هن ۾ وڏي قربانيءَ جو مادو موجود آهي. جيل ۾ وڃڻ وڏيڪ تڪليف ده آهي بنسبت جنگ جي ڪاهين ۾ رهڻ جي. غير مسلم فرقي ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته انهن ۾ قرباني ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ جو مادو زياده موجود آهي. اها ڳالهه جدا آهي ته سندن طريقه ڪار ۽ اقليتن ڏي رويو غلط يا صحيح هجي- پر هنن انساني ترقيءَ جي راه ۾ پهرينءَ آزمائش [قربانيءَ] ۾ واقعي ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. جنهن ڳالهه کي هو صحيح سمجهن ٿا، ان لاءِ قرباني ڪرڻ جو هنن پاڻ کي اهل ثابت ڪيو آهي.

افسوس ته اسان مسلمانن بابت اهڙي هام هڻي نٿا سگهون. اهي روز بروز پوئتي پئجي رهيا آهن. جن ڪنهن زماني ۾ دنيا کي ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته سندن حياتيون خدا وٽان اُڌار ورتل هيون، جن جي گُهر ٿيڻ تي هو اُهي موٽائي ڏيڻ لاءِ بڌل هئا- اهي جي ٻن جملن ۾ گهيريل هئا: لا قوت الا بالله العلي العظيم، لا غالب الي الله اهي اڄ پيٽ جا پوڄاري ٿي، چون ٿا ته "نام نم بده و کفش بر سرم بزن." اها سندن پستيءَ جي حالت آهي. پيارا شاهه، منجهن بيداري پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. سياست کي حال پاسي رکي، ڪين منظم ڪري ان پستيءَ مان ڪڍين.

ستل قوم جي ڪهڙي پاليسي ٿي سگهي ٿي!

مون کي پتو نه آهي ته ميران محمد شاهه ڇا پيو ڪري. اها بي خبر نه اٿم ته سنڌ جي جدا ٿيڻ ٿائين، پنهنجن افعالن ڪري ڪيترا زميندار ۽ جاين جا مالڪ باقي وڃي بچندا. اها سنڌ جي جدائي سندن لاءِ ڪهڙي فائدي جي ٿيندي، جڏهين سندن قبضي ۾ رهيل زمين جي ايراضي روز بروز گهٽجي رهي آهي. غير مسلم فرقي جو نظام ايڏو وڏو آهي. جو ننڍي کان وڏي تائين هو هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهن. ٻئي طرف مسلمان هڪ ٻئي جا گلا ڪاٽي رهيا آهن.

تون صحيح آهين تہ حالتون اهڙيءَ ڪڙيءَ تي پهتل آهن، جو اهي هندو، جي تعصب نتا رکن، سي بہ مسلمانن لاءِ ڪجهہ ڪري نتا سگهن. پر اسان ڪين کهڙو ڏوهہ ڏيئي سگهون ٿا! جڏهين ڏسو پيا تہ مسلمانن خود خدا ڪي بہ وساري ڇڏيو آهي. هنن ڪي دائمي ننڊ ۾ سمهڻ جي خواهش آهي. جو بہ ڪين سجاڳ ٿيڻ لاءِ چوي ٿو، ان کي هو بد ترين دشمن سمجهن ٿا. پر باوجود ان جي، تو جهڙن ماڻهن کي سندن خدمت کان ڪڪ نہ ٿيڻ گهرجي. منادي (دانهن) ضرور هلي اچي. من ڪو ٻڌي سجاڳ ٿئي.

ڪاش اهي صحيح دعا گهري سگهن، تہ بہ چڱو.

وقت بوقت خط لکندو ڪر. اميد تہ اسان جلد توسان اچي ملنداسون.

اسان جا آداب ۽ سلام رسن

تنهنجو مخلص

امداد قاضي

[متي ذڪر ڪيل خطن مان قاضي صاحب ۽ مسز قاضيءَ جي هينين ارادن ۽ خواهشن جو پتو پوي ٿو –

(1) قاضي صاحب کي اتحاد انساني ۽ امن عالم جي پيغام لاءِ سنڌ جي سرزمين مان ڪن مخلص ڪارڪنن جي پيدا ڪرڻ لاءِ سن ۾ مرڪز کولي ڪم ڪرڻ جي ڳالهہ پسند هئي.

(2) سنڌي عوام، جن ۾ اڪثريت ناليٰ ۾ مسلمان هئي، جي پست پيل حالت جو ڪيس شديد احساس پيدا ٿيل هو، ۽ انهن جي سماجي حالت درست ڪرڻ جو ڪيس بيحد اونو وينل هو.

(3) سنڌ جي جدا ٿيڻ بعد هتي جي سياستدانن تي جي جوابداريون پوڻ واريون هيون، ان جو پورو پورو احساس هوس، تنهنڪري سنڌ جي خود مختياريءَ لاءِ سازگار فضا پيدا ڪرڻ جو خواهش مند هو.

(4) مسز قاضي پر فضا مڪان اندر ساڳئي مقصد کي شعر ۽ آرٽ ذريعي زرخيز بنائڻ جا خواب ڏسي رهي هئي.

اسان جي بدقسمتيءَ کان سندن ارادا ۽ خواهشون هنن جي زندگيءَ ۾ سر انجام نہ ٿي سگهيا. ليڪن هن ڳالهہ کان انڪار ڪرڻ ڪفر نعمت ٿيندو، تہ باوجود ڪيترن قومي صدمن ۽ رڪاوٽن جي، هن وقت سنڌين جي نئين سر

زنده ڪرڻ لاءِ جا خواهش ۽ جذبو ڪم ڪري رهيو آهي، ان ۾ قاضي صاحب جي تعليم، خواهش ۽ دعائن ڪي وڏو دخل آهي.]

(23)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

48 - پيمبروڪ روڊ،
براملي ڪينٽ - انگلنڊ.
23 - آگسٽ، 1932ع

پيارا شاه صاحب،

منهنجي گذريل خط جو جواب اڃان نہ مليو اٿم. شايد توهان مشغول رهيو آهيو. مون حاتم ڏي خط لکي جواب گهريو، پر هن بہ تو وانگر جواب نہ ڏنو آهي. سنڌ ۾ اهو رواج ٿي ويو آهي تہ شايد اديائي آنا ٽڪلين جا وڃائڻ نٿا گهرن. پر جن کي پيار ڪجي ٿو، تن جي احوال معلوم ڪرڻ جي ڳڻتي رهي ٿي. جواب نہ ڏيڻ بخل نہ آهي تہ بيو ڇا آهي؟ اسان کي پنهنجي خير و عافيت کان واقف ڪندو ڪر. مون کي توسان گهڻا احوال ڪرڻا آهن. پر اهي تڏهن ڪبا، جڏهين ملنداسون. جواب جلد موڪل.

ڪنهن کي خبر تہ جيڪڏهن خدا گهريو تہ اسان توهان وٽ سياري کان اڳ پهچي وڃون!

جلد احوال موڪل. بئي خط جو انتظار نہ ڪر.

تنهنجو پيار ڪندڙ
امداد قاضي

[خبر نہ آهي تہ قاضي صاحب جي اپريل ۾ لکيل خط کان پوءِ ڪو خط آيل هو، جنهن جو جواب ڪونہ ڏنو اٿم. پاڻ خط لکي، ان اثر هيٺ رهيو آهي تہ مون کان ڪيس جواب نہ پهتو آهي.

ان وچ ۾ سنڌ ۾ هيٺيون خاص ڳالهيون ٿي گذريون -

(1) 5 - اپريل 1932ع تي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ مالي ڪميٽيءَ ڪراچيءَ ۾ اچي جانچ ڪئي.

(2) 18- اپريل 1930ع تي ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي جدائي لاءِ ڪانفرنس ٿي.

(3) 21 - 22 مئي 1932ع تي پنجين سنڌ اسڪول بورڊ ائسوسئيشن جي ڪانفرنس خانبهادر کهڙي جي صدارت هيٺ گڏ ٿي.

(4) 18 - جون کان 21 جون 1930ع تائين پٽ شاه جي ميلي جي موقعي تي ميران محمد شاه ۽ ٻين دوستن جي ڪوشش سان پهريون دفعو هينين ڪانفرنسن جو انتظام ٿيو.

ائگريڪلچرل نمائش، سوديشي بازار، سنڌ هنري نمائش، ڪوآپريٽو ڪانفرنس، راڳ جي ڪانفرنس ادبي مجلس، زميندارن جي ڪانفرنس ۽ صوفي روح رهاڻ.

(5) سنڌ جي جدائيءَ جي مخالف هندن کي منهن ڏيڻ لاءِ صلاح مشورو.]

(24)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

48 - پيمبروڪ روڊ،
براملي - ڪينٽ - انگلنڊ.
6 - آڪٽوبر، 1932ع

پيارا شاه صاحب،

مون کي هيءَ خبر ٻڌي نهايت افسوس ٿيو تہ تنهنجي قبيلي جو هڪ نوجوان وفات ڪري ويو آهي. ننڍي هوندي ستابي شاه کي سڃاڻندو هوس، جو اڪثري منهنجي والد وٽ ايندو هو. پُر رعب ۽ وجيهہ نوجوان هو. اسان ڇوڪرا هن کي ايترو سڃاڻندا هئاسون، جيترو مائٽن کي، هي اڪثري گهمندو رهندو هو. پوءِ ڪن نامناسب واقعات کيس تڪليف ۾ آندو. اسان کي ارمان ٿيو. پر شايد قدرت کي اهو منظور هو. منهنجي خواهش هئي تہ سندس پٽ شايد تنهنجي اثر هيٺ ڪارائتو ٿي سگهي. پر قدرت جي لکئي کي ڪير موڙي سگهي.

خدا ڪري تون ٻين جي ڀلي لاءِ گهڻو وقت زنده، هميشہ نوجوان رهين، مسلمان کي بيدار ڪندو رهين. تون ان خاندان جو فرد آهين، جن ارشاد ڏنو ٿي. خدا ڪري تنهنجي وڏن جو جوهر ۽ حوصلو تو ۾ قائم رهي. اسان کي تو ۾ گهڻيون اميدون آهن.

مون کي ان ڪان ڪابہ وڏي خوشي ڪانہ ٿيندي تہ تو ساڻ گڏجي ڪم ڪريان. خدا ڪري شل اهو ڏينهن اچي مون کي خوشي ٿي آهي تہ تون ڪراچيءَ ۾ بنگلو نهرائي رهيو آهين. اهو سنڌ جي نوجوانن ۾ نئين زندگي پيدا ڪرڻ لاءِ مرڪز ٿي ڪم ايندو.

ڪن سببن ڪري، جي خدا چاهيو تہ روبرو مليس تہ بيان ڪندس تہ اسان هتي رهڻ گهرون ٿا، پر جيڪڏهين حياتيءَ وفا ڪئي، تہ جنهن ڳالهہ جي مون کي تمنا رهي ٿي، سا اهائي آهي تہ توسان گڏجي سنڌين ۾ ذهني تعليم ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪريان. اهڙا ادارا قائم ڪريون جيئن سنڌي نوجوانن ۾ ذهني تعليم پکيڙيان - ائين نہ ٿئي، جيئن تون موجوده راين کي ڇڏي ڏين. مون کي اميد آهي تہ تون ڪڏهين بہ ائين نہ ڪندين.

مون کي هي معلوم ڪري خوشي ٿي آهي تہ مسٽر چينمل پرسرام هاڻ تندرست آهي ۽ حاتم ۽ مسٽر لالچند بہ خوش آهن. انهن مان ڪنهن کي مون کي ياد ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي جو ان مان ڪين فائدو نہ رسندو. آءٌ ڪين ياد ڪريان ٿو، سا ڳالهہ مون لاءِ ڪافي آهي. آءٌ سندن لاءِ شايد ڪم جو نہ آهيان، تنهنڪري هو مون کي خط نٿا لکن. جنهن صورت ۾ سندن وجود منهنجي لاءِ مفيد آهي، تنهنڪري آءٌ سدائين سندن محبت محفوظ رکان ٿو. اسان سڀ حريص آهيون. تفاوت صرف مختلف شين جي حرص جو آهي. بورچيءَ کي ڪاڌي جو سامان کپي، شاعر کي عمدي نظاري جي ضرورت آهي، اهڙيءَ طرح جيترا ماڻهو اوتريون سندن گهرجون. سڀ ڪنهن کي سندس گهرج جو حصول راضي ڪري ٿو.

مهرباني ڪري پنهنجي تندرستيءَ جو خيال رکندو ڪر. گهڻو ڪم ڪري، پاڻ کي ٿڪائي بيمار ڪري نہ وجهج.

جيڪڏهن تون دوستن مان، جمشيد، پي ايم آڏواڻيءَ، شيخ عبدالمجيد کي ملين، تہ منهنجا ڪين سلام ڏج. مون کي پتو نہ آهي تہ ميران محمد شاهہ هن وقت ڇا ڪري رهيو آهي. مون ڪيس خط لکيو آهي، پر جواب ڪونہ موڪليو اٿس. مسز قاضي تنهنجي دلچسپ خط لاءِ شڪر گذار آهي ۽ جلد جواب موڪليندي.

ان وچ ۾ اسان جا پيار ۽ سلام قبول ڪر.

تنهنجو مخلص

امداد

[(1) مون خط لکي، پنهنجي سوٽ شهاب الدين شاه بن ستابي شاه جي جون مهيني ۾ وفاتيءَ جو احوال ڏنو هو. ان ڪري خط ۾ عذر خواهي ڪري ٿو.

(2) ان وچ ۾ قاضي صاحب لنڊن ۾ دنيا جي مسلمانن جي تبليغ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو، جنهن ڪري سنڌ ۾ اچڻ کي مهمل ڪري ڇڏيائين، ۽ پاڻ وڏيڪ مشغول رهڻ ڪري جلد جلد خط لکڻ ڇڏي ڏنائين.

(3) سال 1933ع ۾ قاضي صاحب، سواءِ عيد ڪارڊ جي خط ڪونہ موڪليو آهي، يا ممڪن آهي تہ آيل خط گم ٿي ويا آهن!

(4) اسان هتي سنڌ جي جدائي جي معاملن، لوڪلبورڊ جي چونڊن وغيره جي ڪمن ۾ مشغول هئاسون. دادو ضلعي جي قائم ٿيڻ ڪري منهنجو توجهہ ڪجهہ ان طرف بہ ڇڪيل رهيو.]

(25)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

28 - اولڊ براڊ سٽريٽ، لنڊن،
21 - جون، 1934ع

پيارا سيد صاحب،

مون کي اميد آهي تہ خوش خرم آهيو. هاڻ اسان کي ڇو نٿو خط لکين؟ ڇا، دنيا جامعمولي معاملا توکي اهڙو مشغول رکيو وينا آهن، جو دوستن کي وساري ڇڏيو اٿئي. آءٌ نٿو سمجهان تہ ائين بہ ٿي سگهي ٿو، جو تون اسان کي وساري ڇڏين. اها افسوسناڪ ڳالهہ ٿيندي. آءٌ ڪڏهين حافظ وانگر هي اکر چوڻ لڳان ٿو-

وفا مجوئي ز کس در سخن نمي شنوي-
بمهر زد طالب سيمرغ و ڪيميامي باش.

پر وري اُن کان ڊڄي وڃان ٿو، ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ مايوسانہ آهي. آءٌ آزرده دليءَ کان ان ڏينهن نظام الملڪ پڙهي رهيو هوس: هي پاڻ وڏيڪ عاميانہ هو-

يڪ دوست ڪہ دشمن نشود آخر ڪار،
بسيار بہ جستم بجهان ڪر ديدم.

اهي مثال منهنجي پياري دوست غلام مرتضيٰ سان لڳي نٿا سگهن. منهنجو تنهنجي لاءِ پيار جدائيءَ ۾ سڪ ڪري پاڻ وڌيو آهي. ڪهڙيءَ طرح تنهنجي محبت گهٽجي سگهي ٿي؟!

دل را بدل است راهي درين گنبذ سپهر.

پر شڪن جي دنيا وري ٻي مصرع ڏيان ٿي آٿي ٿي -

غلط است آنچ گويند دل رابدل است راهي،

دل من زغفہ خون شد دل اوخبر ندارد!

تنهن ڪري آءٌ پريشان ۽ حيران ٿي پيو آهيان. پر پريشاني هڪ منٽ به رهي نٿي سگهي، جڏهين محبت ان تي ڪلي، برو پلو ڳالهائي، ان کي هڪالي ڪڍي ٿي.

جاءِ الحق و ذهق الباطل الخ

شڪ گم ٿي وڃي ٿو، جڏهين ايمان اچي ٿو. تاريڪي پڄي وڃي ٿي، جڏهين روشني اچي ٿي، خاص ڪري "سراجاً منيرا" ٻي فداڪ يا رسول الله.

ان ڪري مهرباني ڪري پنهنجي خوش خيرو عافيت جو احوال موڪليندو ڪر.

تنهنجو دعاگو

امداد قاضي

[آڪٽوبر 1932ع کان پوءِ قاضي صاحب جو هيءُ خط محفوظ ٿيل آهي. ان جو مطلب ته 20 مهينا خط قاضي صاحب کان نه آيل آهي. ممڪن آهي مون سندس ڪينٽ واريءَ ائڊريس تي خط موڪليا هجن. جي سندس مڪان بدلائڻ ڪري نه پهتا هجنس، يا ڪو ٻيو سبب هجي، بهر حال جيڪڏهين مون کان خط نه لکڻ جي شڪايت رهي اٿس، ته سندس خط به گهڻي عرصي کان پوءِ آيل آهي. سندس ٻئي خط مان هن عرصي ۾ سندس دلي ڪيفيت ۽ اتي جي اهم مشغولين جي ڪجهه خبر پئجي سگهي ٿي.]

(26)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

28 - اولڊ براڊ سٽريٽ، لنڊن E.C
6 - آگسٽ، 1934ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجو خط پڙهي خوشي ٿي - نہ ان ڪري جو گهڻي وقت کان پوءِ مليو، پر خوشبودار شيءِ هميشه پسنديده ٿئي ٿي. منهنجي فطرت شاذو نادر خوبصورت شين مان ڍاپجي ٿي. مون وٽ اهو معاملو آهي تہ "دگربيار" ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جن جو دستور آهي تہ

حلوه چون يکبار خور دند بس.

پر منهنجو قصو ٻيو آهي. حسين شيءِ سدائين خوشي پيدا ڪريم ٿي. هڪ دفعو آءٌ پيار ڪريان ٿو، تہ اهو هميشه لاءِ قائم رهي ٿو. محبت منهنجي زندگيءَ جو جياپو آهي.

ائين مَ هو سج عام تي جڻ مومل وسن مينهن،
سندي حشر ڏينهن سوڍو سارينديون گهڻون.

آءٌ سڀني شين ۾ نيڪي ۽ خوبصورتيءَ ڪي پسند ڪريان ٿو. ان مان ڪڏهين بہ ڍؤ نٿو ٿئيم. مون کي خبر آهي تہ تو ڇا لکيو آهي. پر جيستائين مسلمانن جي پستيءَ جو سوال آهي، سندن مرض لاعلاج آهي. جيڪڏهين آءٌ گذريل ٽن سالن ۾ جيڪي سندن لاءِ مون محسوس ڪيو آهي، ان جو احوال توکي ٻڌايان، تہ تعجب وٺي ويندءِ.

تو مون کي لکيو آهي تہ هاڻ تون ادبي ڪتاب پڙهين ٿو. ان مون کي تنهنجي بہ سال اڳ لکيل ڳالهہ ياد ڏياري آهي، تہ "مڙس جي ڳالهہ هڪ آهي". تو مون کي سنڌ جو 'برنارڊشا' ڪوٺيو هو. مون ان تي جواب ڏنو هو تہ جيڪڏهين برنارڊشا وري ان مسئلي تي ڪو ڪتاب لکيو، تہ جواب ڏيندس. ان کان پوءِ هن "بلئڪ گرل ان سرچ آف گاڊ" ڪتاب لکيو. اسان ان جي جواب ۾ "برائون گرل ان سرچ آف گاڊ" لکيو آهي. منهنجي مرضي آهي تہ تون ٻنهي کي پڙهي ڏس.

مون کي خوشي ٿي آهي تہ تنهنجو ڪراچيءَ وارو بنگلو تيار ٿي ويو آهي. اهو سهڻو آهي. جيڪڏهين اسان موٽي آياسون، تہ اتي روم ملي ويندو. توکي

خبر آهي يا نه. ته آءٌ پڪو ملا تي ويو آهيان. جمعي نماز پڙهائيندو آهيان. سڀ ماڻهن جي جماعت کي هر جمعي تي خطاب ڪندو آهيان. ڪي ماڻهو چون ٿا ته لنڊن جي تاريخ ۾ 60 ماڻهن جي جماعت اڳي هنن ڪڏهين نه ڏٺي هئي.

سو جيڪڏهين تون وعدو ڪرين، هڪ مسجد، هڪ خانقاه، هڪ ليڪچر روم پنجاه شاگردن لاءِ ميسر ڪري سگهين، ته آءٌ سياڻي ڪراچيءَ لاءِ روانو ٿي وڃان. ڇرڇو ڪونه ٿو ڪريان. ان ڳالھ تي پڪو آهيان. اسان مسجد سان گڏ هڪ ليبارٽري قائم ڪنداسون، ۽ آرٽس لاءِ هڪ اسٽوڊيو هوندو، جتي خدا جي "باري المصور" ۽ "حڪيم" جي صفتن سمجهڻ جي ڪوشش ڪبي.

اي ناقص مسلمان، خدا طرفان ڪيڏو نه انعام توهان کي ڏنو ويو هو، جو توهان خاڪ ۾ اجلائي ڇڏيو آهي!"

پيارا شاه، آءٌ صبح کان شام تائين دانهون ڪندو رهان ٿو، ليڪن باوجود ان جي فائدو پهچائي نه ٿو سگهان. مسلمان ڪهڙا نه بي شڪر ثابت ٿيا آهن.

ڪان ظلوماً جهولا-

لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم ثم رددنا- اسفل سافلين.

اسان ڪهڙي نه جليل القدر ۽ سهڻي آخري پيغام کي بي ترتيب ۽ ابتر بنائي ڇڏيو آهي. "سوئر اڳيان موتي" جي ڦٽي ڪرڻ جو مثال اسان سان نهڪي اچي ٿو. اسان جي شامتِ اعمال نادر جي صورت ۾ نمودار ٿي آهي. اسان ان کان به گهڻيءَ سزا جا لائق آهيون. ان جو انتظار ڪرڻو اٿئون. انڌا به ان مان اسان کان زياده گهڻو فائدو وٺي سگهن ها. اسان انڌا، ٻوڙا ۽ گونگا ٿي پيا آهيون.

"بل هو اضل سبيلا".

مهرباني ڪري جلد احوال موڪل ته اسان اتي ڪارائتا ٿي سگهنداسون يا نه؟ والله معلڪ (خدا تنهنجو مددگار رهي).

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[مون ڪيس بروقت جواب ڏنو. جنهن ۾ چاڻايم ته ڪراچيءَ ۾ رهڻ لاءِ منهنجي جاءِ حاضر هئي. ليڪن ڪراچيءَ جي شهر ۾ هڪ اسٽوڊيو، ليبارٽري، مسجد ۽ ليڪچر هال ميسر ڪرڻ منهنجي طاقت کان مٿي هو. البت

ليسلي ولسن، مسلم ھاسٽل واريءَ مسجد ۾ جي نماز پڙھائيندا، تہ پڙھيل طبقي جا چند ماڻھو گڏ ٿي سگھندا. ان کان پوءِ جلدي بنا اطلاع جي ڪراچيءَ پھچي ويو، جتان سکر وڃي مون کي خط لکيو اٿس.]

(27)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

سکر

- ڊسمبر، 1934ع

پيارا شاه صاحب،

تنھنجي مھرباني، جو تو اسان کي پنھنجي بنگلي ۾ رھڻ جي دعوت ڏني آھي. ڪراچيءَ مان بيون بہ ڪيتريون دعوتون رھڻ لاءِ مليليون آھن. تنھنڪري حال اسان توکي اسان جي رھڻ جي انتظام ڪرڻ واسطي تڪليف نٿا ڏيون. مھرباني.

اسان ھڪ تجويز تي غور ڪري رھيا آھيون، تہ سکر کان بيڙيءَ ۾ سوار ٿي لاڙڪاڻي پھچون، جتان پاڻ، دادو ۽ سن مان (جيڪڏھن تون اُتي ھوندين) تي، ڪوٽڙيءَ پھچنداسون. آءٌ توکي ھتان نڪرڻ جي تاريخ لکندس. اميد تہ توکي سن ۾ ملنداسون.

اميد تہ گھر ۾ سڀ خوش چڱا ڀلا ھوندا.

تنھنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[ھي تعجب خيز تجويز ھئي، ليڪن ڪن سببن ڪري ان تي عمل ٿي نہ سگھيو.]

(28)

134 - برنس روڊ، ڪراچي

جنوري، 1935ع

پيارا سيد صاحب،

خط پھتو. يادگيريءَ ۽ ان ۾ بين لکيل ڳالھين لاءِ مھرباني. اسان لاءِ ايتري تڪليف وٺڻ جو ڪھڙو ضرور ھو.

بدقسمتيءَ سان مسز قاضيءَ جي بي چاڪ ٿيڻ ڪري اسان [سڪر ڪان ڪوٽڙيءَ واري] پروگرام تي هلي نہ سگهياسون، ۽ سڌو ريل رستي ڪراچيءَ هليا آياسون. اسان کي سن ۾ توسان اچي ملڻ جي نهايت خوشي ٿئي ها. هتي ڪراچيءَ ۾ ڪڏهين ايندين؟ آءٌ سمجهان ٿو تہ اسان انديا ڪان ٻاهر گهڻو وقت رهيا آهيون [۽ هاڻي] اميد تہ جلد ملنداسون.

وري بہ شڪريو.

تنهنجو مخلص
امداد قاضي

(اشتهار) (29)

(اردوءَ مان ترجمو)

انجمن تبليغ اسلام، ڪراچيءَ جو اجلاس 3 - مارچ 1935ع 10 بجي صبح مسلم ليڊيز ائسوسئيشن گڏ ٿيندو. اوهان کي عرض آهي تہ ان ۾ اچي شريڪ ٿيندا.

الداعي، قاضي امداد علي (بارائٽ لا)

(30)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

134 - برٽو روڊ، ڪراچي
18 - اپريل، 1935ع

پيارا شاه صاحب،

شيخ عبدالعزيز ڪتابن ڇاپڻ جو خيال ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ مون کي شريڪ ڪرڻ گهري ٿو. اردو ۽ ٻين ٻولين مان بهترين ڪتاب ترجما ڪري ڇپايا ويندا. هي توسان بہ ان مسئلي تي مشورو ڪرڻ گهري ٿو. هيءُ حيدرآباد 22 تاريخ صبح جو پهچندو. تون 21 - تاريخ جي ڪانفرنس ڪان پوءِ اجا اِتي هوندين. افسوس آهي تہ تون هتي نہ آهين، نہ تہ توسان ان بابت مشورو ڪريان ها.

مهرباني ڪري بنا حجاب جي مون کي لکي موڪل تہ اهڙي رٿ ڪامياب ٿيندي يا نہ؟ ٻيو تہ منهنجي ان رٿ ۾ شرڪت منهنجي يا ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ مفيد ٿيندي يا نہ؟ ان تي خيال ڪري جلد پنهنجي راءِ موڪل. سنڌ

۾ بيو ڪوبہ اهڙو نہ آهي جنهن جو مشورو يا تعاون توڪان وڌيڪ گهرندو هجان. اهو انڪري آهي، جو آءٌ توڪي پيار ڪريان ٿو.

تنهنجو
امداد قاضي

(31)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

134 - برنٿو روڊ،
ڪراچي

پيارا شاه صاحب،

شيخ عبدالعزيز اوهان وٽ اچي ٿو. ڪيس ڪا تجويز آهي. مهرباني ڪري ان تي گهرو خيال ڏيئي، حتي الامڪان جيڪي ان معاملي ۾ تي سگهي اهو ڪندا. ڇا اسان جو ان ۾ هٿ وجهڻ ڪاميابيءَ جو باعث ٿي سگهندو يا نہ؟

سلامن سان،
تنهنجو مخلص
امداد قاضي

[هي بيئي خط ڪنهن پبلشر بابت موڪليا اٿس. مون ان ۾ ڪهڙو مشورو ڏنو ان جو پورو پتو نہ اٿم. يقيناً ان نئين ماڻهوءَ جي نئين ڪم لاءِ مون سندن ان ڪم ۾ شرڪت جي خلاف راءِ ڏني هوندي.]

(32)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪئليفورينا جهاز،
عدن جي پر ۾.
25 - اولڊ براڊ اسٽريٽ. لنڊن

پيارا شاه صاحب،

اهو ارمان اٿم تہ توڪي ملڻ کان سواءِ اوچتو هليو آيو آهيان. گهڻيون ڳالهيون ڪرڻيون هيون، پر ڪري نہ سگهياسون. تنهنجي مستقبل بابت مون

ڪي ڪوبہ شڪ نہ آهي. ايمانداري. قرباني ۽ جي مادي ۽ خدمت خلق جي جذبي ڪڏهين بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ناڪامياب نہ ڪيو آهي. تنهنجي معاملي ۾ ائين ٿيڻو آهي.

منهنجي مرضي آهي تہ تون مون کي پنهنجي ڪارگذاريءَ بابت سڀ خبرچار موڪليندو ڪر. - اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح اسان روبرو ڳالهائيندا هئاسون. تبادلہ خيالات کان وڌيڪ ٻي ڳالهہ نہ آهي. اسان اُميد تہ 1937ع جي چوڏهن کان اڳ موٽي ايندا سون. ممڪن آهي اسان انڊيا کان ٻاهر مورڳو ڇهہ اٺ مهينا مس رهون. پر ان وچ ۾ توکي وقت بوقت پنهنجي ڪارگذاريءَ بابت مون کي احوال موڪلڻ گهرجن.

تون هڪ ئي ماڻهو آهين، جنهن ۾ سنڌي مسلمانن مان مون کي دلچسپي آهي. ٻيا نيڪ آهن، پر هنن کي منهنجي صلاح ۽ رهبريءَ جي گهرج نہ آهي. هو چالاڪ هئڻ ڪري سمجهن ٿا تہ هو سڀڪجهہ ڄاڻن ٿا. اهي ان صف ۾ نٿا اچن، جن لاءِ پيغمبر ﷺ فرمايو آهي تہ "ماڻهو شاگردن ۽ اُستادن ۾ ورهايل آهن. ٻيا سڀ پوسو آهن." اِهي نہ سيکارين ٿا، نہ سکڻ لاءِ تيار آهن. تون طالب علم آهين ۽ مون کي يقين آهي تہ ساري زندگي طلب ۾ رهندين - جيئن پيغمبر ﷺ فرمايو آهي، تہ علم کي "من المهد الي اللحد" (پينگهي کان قبر تائين حاصل ڪندا رهو)." علم جي پڇاڙي نہ آهي." رب زدني علما!

سنڌ ۾ ماڻهوءَ تي سنڌس شاندار رستي کان ٿيڙڻ لاءِ گهڻيئي ڳالهيون اثر انداز ٿين ٿيون. انهن کان پاڻ بچائج. انهن کان پاڻ بچائڻ، تقويٰ آهي - والله مع المتقين.

توکي خبر آهي تہ آءٌ توکي بيحد پيار ڪريان ٿو. پوءِ توکي ان جي ضرورت يا پرواهہ هجي يانہ؟ اسان خوبصورت، سچي، شاندار (Noble) ۽ ايماندار ماڻهوءَ کي محبت ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهون. آءٌ سگهوئي توکي وري بہ لکندس. توکي فرصت ملي تہ لکندو ڪر. جيستائين تائين وري ملون. خدا تنهنجو نگهبان هجي.

ميان يار محمد جوڻيجو جيڪڏهين توسان وفادار رهندو. تہ سنڌس لاءِ بهتر آهي. هن کي بہ اهڙيءَ طرح لکان ٿو. جيڪڏهين اوهان گڏجي ڪم ڪندا. تہ

دادو اوهان جي قدمن هينان هوندو. چا يار محمد سچائي اختيار ڪري سگهندو؟ هي ڪندو، بشرطيڪ تون ڪيس پيار ڪندو رهندين. اهو مون تي ڀورو ڀيندو. جيڪڏهن تون ان تي هٿ رکندو ايندين، جيئن هو توکي ڇڏي نہ سگهي.

خدا حافظ

تنهنجو مخلص

امداد

[قاضي صاحب گذريل سال نومبر ڌاري سنڌ ۾ آيو ڪجهہ وقت رهي، حالتن جي سروي ڪري، وري واپس موٽي سا ڳئي مهيني ڌاري اوڇتو ولايت ويو هليو. سنڌ رهڻ واري عرصي ۾ اڪثر آءُ دادوءَ طرف ضلعي لوڪلبورڊ جي ڪم سان رهندو هوس. ليڪن جڏهين بہ ڪراچي ايندو هوس. تہ سنڌ خدمت ۾ وڃي ڪجهہ پرائڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. منهنجو وٽس وڃڻ بين سياستدانن وانگر صرف رسمي ملاقات لاءِ نہ ٿيندو هو. آءُ سنڌ خدمت ۾ هميشہ زانوئي ادب سان سکڻ ۽ هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ ويندو هوس. پاڻ کي طالب ۽ هن کي رهبر ڪري سمجهندو هوس. ان ڪري سنڌ خط ان ڳالهہ طرف اشارو آهي. سنڌ صلاح ۽ مشوري سان، سنڌ جي سياستدانن کي. تعميري ڪم لاءِ، سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ بعد، هڪ پليٽ فارم تي ڪٺي ڪرڻ لاءِ، مون 1935ع ڌاري پنهنجي ڪراچيءَ واري بنگلي، سولجر بازار ۾ ميٽنگ سڏائي، جنهن ۾ قاضي صاحب جن حاضر هئا. ليڪن اڪثر ڪارڪنن ۾ خودمطلبي ۽ خود فريبي ايترو اثر انداز ٿي ويئي هئي، جو ان ميٽنگ ۾ ڪوبہ سمجهوتو ٿي نہ سگهيو.

(2) ان وقت مون ميان يار محمد جوڻيجي کي ضلعي لوڪلبورڊ دادوءَ جي پريزيڊنٽ چونڊجڻ ۾ مدد ڪئي هئي. ۽ گڏجي ڪم ڪري رهيا هئاسون. هو قاضي صاحب جو عزيز هو. ان ڪري قاضي صاحب ان اتحاد تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو آهي.

(33)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

لندن مان موڪليل تاريخ
لکيل نہ هيس، پر مون کي
30 ڊسمبر 1935ع تي پهتو

پيارا شاھ صاحب،

"وڏيري هياس چنيسر جي راڄ ۾"

ارمان آهي، اڄ ڏهاڳڻ آهيان!

معاويہ جڏهين شام جو گورنر هو، تڏهن عمدا ڪپڙا پهري عمر وٽ آيو، جنهن تي عمر کيس چيو تہ "تون اجا تائين ظاهري نمائش پويان آهين؟ اسلام جو ويس (لباس) تو لاءِ ڪافي نہ آهي؟ تون اهو نٿو سمجهين تہ اسان جيڪڏهن اسلام جهڙي قيمتي وٿ جو قدر نہ ڪيو، تہ اهي ظاهري شان شوڪتون اسان کان زوري کسيون وينديون."

اسان "آيم ڏنءُ ڏهاڳ" جي معنيٰ سمجهي نہ سگهيا آهيون. اهي اکر سوئرن اڳيان موتين جي برابر هئا. پر اُن نوبل (شريف النفس) ليڊيءَ کي انهيءَ جملي جي اعليٰ معنيٰ جو علم هو. مطلب تہ مسلمانن کي ڏنءُ ڏهاڳ جو مليو آهي. توکي ياد آهي تہ جڏهين سورت فاتحہ (الحمد) لٿي هئي، تہ پيغمبر صہ کي ذهن نشين ڪيو ويو تہ اها سورت وڏي ۾ وڏي خدائي سوکڙي هئي، جا ڪنهن ماڻهوءَ کي بخشي ويئي هجي. پر ڪڪڙن کي جواهرن جو کهڙو پتو؟ انهن کي کپي اَنُ.

جيئن تا پچن اَنَ کي تيئن جي پچن پنڌ،
تہ رسڙهي لڏائون رندُ، لتين لـُڪ لطيف چوي.

(شاھ)

پيارا دوست، آءٌ هن عيد جي موقعي تي توکي دلي مبارڪون موڪليان ٿو. خدا توتي برڪتون موڪلي، جيئن تون اهي ڪم ڪرين، جي توکي سندس رحمت ۽ پاڪائيءَ جا مستحق بنائين. ظاهري نمائش کي ڦٽو ڪري ڇڏ. دنيا ۽ ان جي خسيس حاصلات جي پرواھ نہ ڪر. هميشہ خدا جي رضامندي حاصل

ڪرڻ لاءِ شرافت ۽ سچائيءَ جي رستي تي هلج. سنڌ ۾ ٻيو ڪوبہ ڪونہ آهي، جنهن کي آءٌ لکان. تون اڪيلو آهين، جنهن کي دل گهري ٿي.

تنهنجو امداد

[هي خط 30 - ڊسمبر 1935ع تي مون کي سن ۾ پهتو. ان تاريخ صبح جو مون کي ٻيو فرزند ڄائو، جنهن جي يادگار ۾ ان جو نالو "امداد محمد" رکيم، جو قاضي صاحب ۽ پيغمبر ﷺ جي نالي جو مرڪب هو. ڇاڪاڻ تہ پيغمبر ﷺ جي صحيح مقام جي سڃاڻپ قاضي صاحب جي ذريعي ٿي هيم.

هي خط منهنجي هڪ پيچيل سوال جو جواب ۽ چند سالن جي غور ڪرڻ بعد موڪليو هئائون. سوال اهو هو تہ منهنجي پڦي عالم خاتونءَ وفات ڪرڻ وقت آخري الفاظ "وڏيري هياس، چنيسر جي راڄ ۾، الخ" چيا هئا. ان جي ظاهري معنيٰ تہ سمجهڻ ڏکي نہ هئي، پر زندگيءَ جا آخري الفاظ هئڻ ڪري خاص معنيٰ جا متحمل سمجهي، انهن جي معنيٰ قاضي صاحب کان پڇي هيم. پاڻ چند سالن جي غور فڪر بعد اهو جواب موڪليو هو.]

(34)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

25 - اولڊ براڊ اسٽريٽ،
لنڊن E.C
17 - اپريل، 1937ع

پيارا شاھ صاحب،

ورهيہ گذري ويا آهن، جو توڪان ڪو احوال نہ آيو آهي. مون ڄاڻي واڻي توکي خط لکي تڪليف نٿي ڏيڻ گهري - جيستائين سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون پوريون ٿين. ڇاڪاڻ تہ مون کي پتو هو تہ ان وقت تون هڪ مَنو نہ هوندين. هڪ مَنائيءَ کان سواءِ ڪهڙي روح رهاڻ!

ڪاش، اسان انهن مسئلن جي طرف توجهہ ڏيون، جي حقيقي شمار ڪري سگهجن.

دلا، تاڪي درين ڪاخ مجازي،
ڪني مانند طفلان خاڪبازي!

خود ڪاخ مجازيءَ ۾ بہ خاڪبازي ڪان گهٽا سنا ڪم ڪري سگهجن ٿا. پر اسان جون دليون خاڪبازيءَ طرف ڇڪجي وڃن ٿيون. چوندون ختم ٿيون. هاڻ ڪنهن سنجيده ۽ اهم ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهين يا نہ؟ ظاهري نام نمود لاءِ ڪم نہ ڪج، اهو فيصلو ڪج تہ جيڪڏهن آءٌ اچان تہ نالي خاطر مون سان نہ ڪم ڪرين. اسان کي پوئتي پيل مسلمانن کي درست ڪرڻ لاءِ محنت ڪرڻي پوندي، جي گمراهيءَ جي ننڊ ۾ ستل آهن، جي ٻارن وانگر طامع آهن تہ بہ مسلمان سڏائين ٿا، جي بکن ۾ مري رهيا آهن.

جواب جلد موڪل.

ننڍڙي امداد کي پيار ڏج.

تنهنجو پيار ڪندڙ،

امداد

[قاضي صاحب جو ڊسمبر 1935ع کان وٺي پوءِ جو لکيل خط نہ ملي سگهيو آهي، جيئن پاڻ هن خط ۾ لکن ٿا تہ ڄاڻي واڻي خط نہ لکيو اٿن، تيئن ممڪن آهي تہ ڪوبہ خط نہ آيل هجي. ان خط جو جواب مون ڏنو تہ آءٌ منڍ کان اوهان جي پوئلڳيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. پر جڏهين اهو عرض قبول پوي! مون لاءِ اسيمبليون ۽ ان سان واسطي رکندڙ ڳالهيون ثانوي حيثيت رکن ٿيون، ۽ وندر لاءِ آهن.]

(35)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

134، برنو روڊ، ڪراچي

3 - مئي، 1938ع

پيارا شاه صاحب،

مون کي ڇيو ويو آهي تہ تنهنجو توجهہ نصربور ۾ ڪنهن معاملي طرف ڇڪايان. مون کي حقيقتن جو پتو نہ آهي. تنهنڪري ان کان وڌيڪ ڇئي نٿو سگهان. ڪڏهين ڪراچيءَ ايندين؟ گهڻو وقت گذريو آهي، جو مليا نہ آهيون. سيني کي سلام ۽ ننڍي امداد محمد کي پيار.

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد

(ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ قاضي صاحب جن سال 1938 جي اوائل ۾ واپس اچي ويا هئا.)

(36)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

134، برٽو روڊ، ڪراچي
12 - جون، 1938ع

پيارا شاه صاحب،

خط لکڻ لاءِ مهرباني. مون ڪنهن کان پڇيو تہ شاه هتي آهي يا نہ؟ هن ان جو اهو مطلب ڪڍيو تہ آءٌ توسان ملڻ ٿو گهران. ۽ تـوڏي اچڻ لاءِ تـار ڪيائين - سا بہ منهنجي نالي ۾. جنهن لاءِ مون کيس اختياري ڪانہ ڏني هئي. آءٌ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اجائي تڪليف ڏيڻ نہ چاهيندو آهيان - خاص ڪري تو جهڙي محب کي. آءٌ انهن ماڻهن جي قطار ۾ شمار ٿيڻ نٿو چاهيان، جي "مرا بخير تو اميد نيست، بد مرسان" مان هجن. مون ڪنهن سان چڱائي ڪئي آهي، جو ان جو عيوض وٺان. هرويرو ڪنهن کي تڪليف ڏيڻ کان خدا پناهہ ۾ رکندم.

سنڌ مدرسي بابت گفتگو هلي رهي هئي. مون هڪ وقت خيال ڪيو هو تہ نوجوانن کي صحيح تعليم ڏيڻ واريون منهنجون رٿون شايد اتي وڃڻ سان بر ثواب ٿين. اهو صرف خيال هو. بئي ڪنهن کي ان طرح شايد خيال نہ آيو هجي. مشڪلات اها آهي تہ مون اجا ان مسئلي تي پورو غور ئي ڪونہ ڪيو هو. تہ ماڻهن ان بابت گفتگو شروع ڪري ڇڏي. نتيجو اهو نڪرندو تہ هن عمر ۾ مون اسڪول ماستري ڪرڻ گهري ٿي، پر اها بہ حاصل ٿي نہ سگهي! اهي معمولي ڳالهيون مون وٽ ڪيترو قدر رکن ٿيون. ان جو توکي پتو آهي. ليڪن هن ڇريءَ دنيا ۾ ماڻهوءَ کي ڪيئي ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ تيار رهڻو آهي.

16 تاريخ مدرسي جي ان معاملي لاءِ آخري ميٽنگ رکيل آهي. منهنجو خيال هو تہ تون روبرو اچي. اها بي عزتي اکين سان ڏسين ها. پر آءٌ سمجهان ٿو تہ تون اهڙين حالتن کي ڏسڻ تي هري ويو آهين. تو ۾ بي عزتين سهڻ جو وڏيڪ شوق نہ آهي.

خود غلط بود آنچہ ما پنداشتيم

ان حالت ۾ توکي هن معمولي ڪم لاءِ تڪليف ڪري اچڻ نہ گهرجي.

خدا توکي مدد ڪري!

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[مون ان لاءِ اڳيئي ميران محمد شاه کي لکيو هو، جو مدرسہ بورڊ جو ميمبر هو. هن سنڌس 20 - جون 1938ع واري خط ۾ بمبئي مان اچڻ کان پوءِ لکيو آهي تہ 16 جون تي وائيس پرنسپال جو سوال، بورڊ ۾ پيش ٿيڻ وارو هو. وڏيڪ کيس خبر نہ هئي، جو هو ڪجهہ وقت کان بمبئي ۾ هو.]

(37)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

برنس روڊ، ڪراچي

جمع، جولائي 1938ع

پيارا شاه صاحب،

جڏهين جولاءِ 1929ع ۾، پورا نوَ ورهيہ اڳ، تون مون وٽ آيو هئين، ان کان پوءِ جا واقفيت ٿي، ان وقت کان وٺي مون توکي اهڙو پيار سان ڏٺو آهي، جو ٻئي سنڌيءَ کي مائٽن سميت نہ ڏنو اٿم. اهو رڳو گذريل هفتو هو، جو مون تو ۾ ڪجهہ نئين ڳالهہ محسوس ڪئي، جنهن مان اڻ لکيءَ حالت ۾ گهٽ ۾ گهٽ درجي ۾ "پاڻ" جو انديشو ڏسڻ ۾ آيم. پر مون کي پڪ آهي تہ ان ڳالهہ جو توتي اثر نہ پوندو. تو جهڙن لاءِ اشارو آهي تہ:

"عبادالرحمــن الذين يمشون علي الارض هوناً"

اهوئي سبب هو، جو تو مون کي غير معمولي طرح مضطرب ڏٺو ۽ ڪن سنڌي ليڊرن لاءِ سخت الفاظ ڪتب آڻيندي ٻڌا، جي انهن هزارن ماڻهن کان بهتر نہ آهن، جن کي هر سال 110 قلم هيٺ رجوع ڪيو وڃي ٿو.

تنهنجي دل ۽ بدن جي ٿوري ناچاڪي مون کي ناخوش ۽ پريشان ڪريو ڇڏي.

اس دل بي تاب کي ساري خطا تهي، مين نہ تها

ان لاءِ محبت جو ئي ڏوهہ آهي. جنهن صورت ۾ تون زور ڪري ڳوٺ وڃڻ گهرين ٿو، تہ مون سان وعدو ڪر تہ تون پوريءَ طرح تندرست ٿي ڏيکاريندين.

خدا مون کي شل اهو ڏينهن نہ ڏيکاري، جو سيزر وانگر آءٌ اکين ۾ آب آڻي چوان تہ "تون بروٽس پڻ"!، نہ ائين هرگز نہ ٿيڻو آهي. مرتضيٰ انشاءَ الله مستقبل جي نسلن لاءِ مثال ٿي ڏيکاريندو. يا خدا ساڻس حامي ٿيءُ!

خدا تو ۾ برڪتون وجهي!

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد

[مئي ۽ جون مهيني ۾ آءٌ بيمار ٿي پيو هوس، جنهن جو ذڪر ڪندي 8 - جون واري خط ۾ ميران محمد شاه لکي ٿو تہ "ان ڳالهہ ساريءَ سنڌ ۾ هيجان پيدا ڪيو آهي." ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ جون جي آخر ۾ ڪراچيءَ پهتو آهيان. مارچ مهيني ۾ سر غلام حسين جي وزارت ڊاني هئيسون. ان جي جاءِ تي، الهہ بخش وزارت آيل هئي. ڊِلن جي سوال تان جولاءِ ۾ ان سان بہ اختلاف پيدا ٿي پيا هئا. هندو ميمبرن اسان سان گڏ ان ۾ گهڻو حصو ورتو هو. ڏسڻ ۾ آيو تہ قاضي صاحب کي مسلمان ميمبرن جي پاڻ ۾ اختلاف مضطرب ڪيو هو. انڪري سنڌي ميمبرن لاءِ سخت الفاظ ڪتب آندا هئائين. مون کي بہ ان ساري ڊراما ۾ مکيہ پارٽ ادا ڪندي ڪيس ڏسي ارمان ٿيو هو.

مون ڪيترا ڀيرا ڪيس چيو هو تہ پاڻ قومي خادمن پيدا ڪرڻ لاءِ مرڪز ناهي، رهبري ڪري، تہ آءٌ سندس خدمت ۾ رهي، سياست کان علحده ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار هوس، پر ڪن اڻ ٽر وجوهات ڪري ائين ٿي نہ سگهيو. هاڻ مون سان معاملو اِهو هو تہ:

مون کي مون پرين ٻڏي وڏو ٻار ۾،
ايا ائين چون تہ متان پاند پسائيين!
(شاه)

هاڻ مون سان،

"پيو منجهہ پاتار، سو پسڻ کان ڪيئن پاسي رهي!"
واري حالت هئي. ان تي هي خفا بہ ٿيو ۽ وري دعا بہ ڪئي اٿس.]

(38)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي
6 - مئي، 1939ع

منهنجا پيارا غلام مرتضيٰ،

تنهنجي پيار ڀرئي خط لاءِ مهرباني، جو مون کي چار ڏينهن اڳ مليو. ان جو ترت جواب انڪري نہ ڏنم، جو جواب ڏيڻ لاءِ غور ڪري رهيو هوس.

هڪ ڳالهہ جا گذريل 11 سالن کان منهنجي بي انتها خوشيءَ جو باعث رهي آهي، سا اها هئي تہ آءٌ توسان گهڻي وقت کان تعلق ۾ رهيو آهيان. منهنجي محبت ۽ عزت تنهنجي لاءِ روزافزون [وڌندي] رهي آهي. هن دور ۾ جڏهين ماڻهو روزانہ بدلجن ٿا، تڙن ۽ حالتن مطابق تعلق ڦٽايو ڇڏين، تہ تنهنجو مثال غير معمولي پيو نظر اچي. ڪم از ڪم آءٌ اهو چئي سگهان ٿو تہ سنڌ ۾ ڪا هستي آهي، جنهن مون کي نا اميد نہ ڪيو آهي. اها وڏي اطمينان بخش ڳالهہ آهي. "ذالڪ فوزاً العظيم."

اسان جي حال سن ۾ اچي رهڻ ۾، باوجود خواهش ۽ ڪشش جي، ڪي مشڪلاتون آهن، پر تحريڪ ڪجهہ وقت لاءِ ڪراچيءَ ۾ شروع ڪري، پوءِ آهستي آهستي سن ۾ اچي اُن جو مرڪز ڪبو. مولوي عبيدالله سنڌي ان ۾ پنهنجي مدد ڪري سگهي ٿو.

جيڪڏهين ڪو شريف ماڻهو پورو تعليم يافتہ، بي غرض هٿ اچي، تہ اول ۾ ان کان ڪم شروع ڪرائجي. ماڻهن جي ذهني ۽ روحاني معاملن ۾ دلچسپيءَ جي ڪمي ان معاملي ۾ مکيہ مشڪلات پيدا ڪري ٿي. عام ماڻهو خسيس شين ۾ دلچسپي رکن ٿا. بهرحال آءٌ ان مسئلي تي غور ڪندو رهندس. خصوصاً ان حالت ۾ جڏهين تون [سياست کي ڇڏي] ان طرف ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهين. جڏهين ڪراچيءَ ۾ ايندين، تہ وڌيڪ ان مسئلي تي ڳالهائيندا سون.

منهنجا پيارُ ٻارن کي ڏيندا. خدا شل ڪين نوازي! آءٌ جدا گهر وٺي، اُن ۾ رهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان پوءِ تنهنجي ٻارن مان هڪ ٻارُ وٽ رهائيندس.

خدا تنهنجو محافظ ٿئي!

پيار مان
امداد

[ھن مان معلوم ٿيندو تہ جا تجويز مون فيبروري 1931ع کان ڪيس قومي خادمن تيار ڪرڻ لاءِ پيش ڪئي ھئي، ان تان باوجود انن سالن جي گذرڻ ۽ سياست سنڌ ۾ ڳچيءَ تائين ڦاسڻ جي ھئيو ڪونہ ھوس. ڪيس گذريل واعدو ياد ڪرائي پنھنجو ڪيل انجام دھرايو اٿم. پاڻ ڪن مشڪلاتن سبب حال ان ڪم کي ھٿ ۾ ڪٹڻ لاءِ تيار نہ ھو، جن مان ٻہ ڳالھيون بيان بہ ڪيون اٿس-

(1) عام ماڻھن جي خسيس معاملن ۾ دلچسپي ھئي ۽ ڪين روحاني ۽ ذھني ڳالھين طرف توجھہ نہ ھو.

(2) حال ڪو ٻيو شريف ماڻھو ان جي ابتدا ڪري، پوءِ ممڪن ھو تہ پاڻ بہ اچي شريڪ ٿئي. ان وچ ۾ ڪراچيءَ ۾ مرڪز قائم ڪري ڪم ڪرڻ جو ارادو ھوس.]

(39)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي
26 - آگسٽ، 1939ع

منھنجا پيارا شاہ صاحب،

خط لکڻ لاءِ مھرباني. مون کي ھي معلوم ڪري خوشي ٿي تہ ھاڻ تندرست آھين. اسان ٻنھي کي انفلوئنزا ٿي پيئي آھي. انڪري مون ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جو ليڪچر بہ رد ڪري ڇڏيو.

جيڪڏھين ڪنھن موقعي تي توسان ميان مقبول شاہ (ٻين وارو) گڏجي، تہ ڪيس چئج تہ مقيم شاہ [بخاري شاھہ واري] جي شادي جلد ڪرائي. آءٌ ھن بابت نھايت نامناسب ۽ افسوسناڪ خبرون ٻڌي رھيو آھيان. مون کي ھن جي راہ راست تي آڻڻ جي طاقت نہ آھي. ممڪن آھي جلد ھي اُن حد کي پھچي وڃي، جتان ھن کي موٽائڻ مشڪل ٿي پوي. مون بہ دفعا ھن بابت ڪورٽ آف وارڊس کي گذريل سٽن مھينن ۾ لکيو آھي. تہ ھن جي چارج مون کان ڇڏائين. اھو ڇوڪرو ڪھڙيءَ طرح پڙھي سگھندو. جيستائين ھن کي سنياليندڙ جو خوف نہ ھجي- خاص ڪري اھو ڇوڪرو جو 18 سال ڇڙواڳيءَ جي زندگي گذاري چڪو ھجي!

رات ڏينهن آءٌ هن جي انتظار ۾ گذاريان ٿو. پر ڪيس دڙڪي داب ڏيڻ جي اختياري نہ هئڻ ڪري ڪوبہ فائدو نٿو ٿئي مسلم ڇوڪرن کي سڌارڻ لاءِ ڪجھ سختيءَ جي ضرورت آهي. اها افسوسناڪ ڳالھ نہ آهي؟

آءٌ سمجھان ٿو تہ تون خاڪسار ريليءَ وقت هتي ايندين.

اسان جو ننڍو جوان ڪيئن آهي؟

پيار ۽ نيڪ جذبن سان تنهنجو

امداد قاضي

[ان وچ قاضي صاحب کي شاگردن جي رهائش ۽ پڙهائش جو ڪم سرڪار طرفان سپرد ڪيو ويو هو.]

(40)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

19 - سيپٽمبر 1939ع

منهنجا پيارا سيد صاحب،

ڇو ايترو وقت ماٺ ۾ رهيو آهين؟ محبت جي تقاضا اها نہ آهي. توکان خبرچار ملڻ لاءِ آءٌ نهايت انتظار ۾ رهان ٿو. تنهنجي تقرير اجا تائين ڪانہ ڇپي آهي. اها ڳالھ تنهنجي شايان شان نہ آهي. ان ۾ ڪن علامن جي تقريرن کان بہ وڌيڪ مواد آهي. ان کي يڪدم ڇپائڻ گھرجي. مون آخر جدا گھر ڳولي هٿ ڪيو آهي. هاڻ منهنجي قديمي خواهش پوري ٿيڻ واري آهي تہ تنهنجو فرزند (امير حيدر) پاڻ وٽ پڙهائڻ لاءِ رهايان. جڏهين بہ گھرين تہ هن کي مون ڏي موڪلي ڏي، يا پاڻ سان گڏ آڻينس- بئي ۽ مهيني جي پهرين تاريخ ڌاري. اسان کي ڪڏهين منهن ڏيکاريندين؟

جواب ۾ هڪ سٽ لکيئي، تہ بہ ڪافي آهي. محبت ۽ پيار.

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[ان کان پوءِ ٿورو وقت بعد آءٌ مسجد منزلگاه جي سلسلي ۾ ستياگره جي اڳواڻي ڪندي، جيل ۾ ويس. هندو مسلم فساد ٿيا.]

خط ۾ منهنجي ڪهڙي تقرير ڏانهن اشارو ڏنو اٿس. جا ڪيس پسند آئي هئي، ان جو پتو ڪڏي نہ سگهيو آهيان.]

(41)

(سنڌيءَ ۾)

ڪراچي
12 - جنوري، 1940ع

نورچشما،

تنهنجو خط برابر مليو هوم، پر آءٌ بيمار هوس- ايترو، جو مسجد ۾ جمعي نماز لاءِ وڃڻ کان بہ قاصر رهيس. هڪ بہ ڏينهن بيمار ٿيڻ کان اڳ ايڊيوڪيشن ڪاميٽيءَ تان استعيفا ڏيئي آيو هوس. پير صاحب [الاهي بخش] گڏيو هوم. جڏهين اٿڻ ويهڻ جهڙو ٿيس، تہ پير صاحب ڪراچيءَ کان ٻاهر هليو ويو. ڇهن هفتن کان جمعي نماز لاءِ بہ ڪونہ آيل آهي. احوال گهڻا آهن، جي اميد تہ روبرو ڪبا. منهنجي طبيعت اڃا تائين ضعيف آهي. حقيقت ۾ نماز پڙهائڻ جيتري بہ طاقت پاڻ ۾ نہ پائيندو آهيان. جواب ڏيڻ جي دير هن ڪري ٿي تہ منهنجي بيماريءَ جي حالت ۾ نوڪر خط ٻين ڪاغذن سان گڏي رکي ڇڏيو، جو هيٺ مٿي ٿي ويو. جنهنڪري ائڊريس ۽ مطلب تائين پهچي ڪين سگهيس.

بگٽي رياست حقيقت ۾ هڪ رياست آهي ئي ڪانہ- هڪ خانگي اسٽيٽ (جاگير) آهي. صرف بگٽي سردار منهنجي نگهبانيءَ هيٺ رهي ٿو. ۽ سندس خانگي ملڪيت جو سنڀاليندڙ سنڌ گورنمينٽ مون کي ڪيو آهي. تنهنڪري اها غلط فهمي پيدا ٿي آهي.

غلام مرتضيٰ لاءِ تہ منهنجو روح گهڻيون ڇڪون ٿو ڏئي. پر آءٌ مٿس رنج بہ آهيان. ڇالاءِ پاڻ کي اوجهڙ ۾ وجهي وڌائين؟

ما درچہ خياليم فلڪ در چہ خيال ست!

سنڌ ۾ باقي هوسين اهو، تنهن بہ اوندہ جو رستو اختيار ڪيو. تہ اسان جو حال ڪهڙو ٿيندو؟ 500 مسجدن جي حالت نا گفتہ بہ آهي. سڀ مدرسا ڪراچيءَ، لاڙڪاڻي ۽ ٽنڊي باگي وغيرہ وارا رديءَ کان ردي حالت ۾ آهن. سڀ

مسلمان انسٽيٽيوشن (ادارا) مسلمانن هٿان برباد ٿيل آهن. باقي منزلگاه لاءِ ٿيون شهادتون ٿين!

منهنجي صلاح وٺڻ يا نہ وٺڻ جو مون کي ارمان ڪونهي. مگر هيترو ارمان ضرور اٿم تہ هميشہ واريءَ سهڻي سمجهہ کان ڪم نہ ورتئي.

آءٌ اڪيون وجهيو وينو آهيان. تہ ڪڏهين ٿو اچين، پر اجا تائين تہ ڪونہ آيو آهين. عيد تي ايندين، تہ پوءِ جي حياتي آهي تہ آءٌ بہ ڪراچيءَ هوندس. خود سردار (اڪبر) بگٽي بہ هت رهي ٿو. بگٽي ديري ۾ ڪجهہ نہ آهي.

اميد تہ توسان جلد ملاقات ٿيندي.

الراقم، امداد قاضي عفہ عنہ

[جڏهين مسلم ليگ ۾ داخل ٿي، منزلگاه مسجد لاءِ ستياگره شروع ڪيوسين، تہ قاضي صاحب، مسٽر جمشيد ۽ دادا چينمل وانگر، ان مان هندو مسلم چڪتاڻ پيدا ٿيڻ جي خوف کان، منهنجي اهڙي قدم کڻڻ جي خلاف هو. ليڪن ان وقت آءٌ انڌ جي گهوڙي تي سوار هوس. ڪنهنجي ڪانہ ٻڌيم. نومبر 1939ع کان جيل ۾ ويس. جيل مان ڪيس جو خط لکيم، ان جو هي جواب آهي.]

(42)

(انگريزي مان ترجمو)

ڪراچي

فيبروري 1940ع

پيارا مرتضيٰ،

آءٌ توکي مبارڪون ٿو ڏيان. تنهنجي روح اجا پاڪيزگي نہ وڃائي آهي. اها ڪرامت آهي. ٻارهن سالن جي محنت کان پوءِ ۽ عوام جي هھڙيءَ حالت ۽ ماحول ۾ دعا گهر ۽ خيال رک تہ ساڳيون حالتون وري پيدا نہ ٿين.

نماز ذريعي دعا گهري، پاڪ ٿيءُ. خدا توتي برڪتون موڪلي. منهنجو سنڌ ۾ تسليٰ ۽ آئت وارو شخص رڳو تون آهن. خدا توکي نوازي. دنيا ۾ ڪجهہ بہ نٿو رهي، سواءِ "وجهہ ربڪ ذوالجلال والاڪرام". روحاني زندگي

گذار، جنهن ۾ حسن ازلي ۽ خوبي مضمر آهن. اِها ان ماڻهوءَ جي تولاءِ دعا آهي، جو شايد گهڻو وقت توهان وٽ نہ رهي.

پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[جيل مان آزاد ٿيڻ بعد جڏهين هندو مسلم فسادن ۾ ٿيل خونريزيءَ ۽ ملڪيت جي تباهيءَ جا احوال معلوم ٿيم، تہ نهايت ارمان ٿيم. هڪ صوفي منش ماڻهوءَ ڪان سياسي چڪر ۾ اچي اهڙا قدم بزرگن جي مشورن جي خلاف کڻڻ، جنهن جا اهڙا نتيجا نڪرن، تن مون ۾ رد عمل پيدا ڪيو، ۽ برسر عام اعلان ڪيم تہ "گذريل واقعن تي مون کي افسوس آهي، جيڪڏهين مون کي اهڙن واقعن ٿيڻ جو علم هجي ها، تہ اهڙو طريقو ئي اختيار نہ ڪريان ها: انهن حادثن ۾ آيل سيني مظلومن سان همدردي ظاهر ڪريان ٿو، ۽ وعدو ڪريان ٿو تہ حتي الامڪان انهن جي تڪليفن دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندس."

قاضي صاحب اهو بيان پڙهڻ بعد، هي خط لکيو آهي، جيتوڻيڪ انتها پسند مسلمانن ۽ هندن اُن کي ناپسند ڪيو.]

(43)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس، گارڊن ايسٽ،

ڪراچي،

8 - جون، 1940ع

پيارا شاهہ صاحب،

مون وٽ مسٽر بورڪر، فزيڪل ٽرينر ۽ فزيڪل ڪلچرسٽ آيو ۽ آءٌ سندس ڪاغذن ۽ لياقتن کان واقف ٿيس.

آءٌ سمجهان ٿو تہ آءٌ پنهنجي پبلڪ ڊيوٽيءَ کان پاسي ٿيندس، جيڪڏهين تنهنجي ڌيان تي هيءَ ڳالهہ نہ آڻيان تہ اهڙي قسم جو ماڻهو ٻن سوَ پگهار تي ملڻ مشڪل آهي. مون کي معلوم ٿيو آهي تہ فزيڪل انسٽرڪٽر جو پگهار 125 روپيہ مقرر ڪيل آهي- تفاوت صرف 75 روپين جو آهي. اهڙو فني لياقت وارو ماڻهو ايتري پگهار تي ملڻ مشڪل آهي. ايڊيوڪيشن ڪميٽيءَ جي

ميمبر طور مون کي ياد آهي ته اسان سفارش ڪئي هئي ته سنڌي ۽ انگريزي ماسترن کي ٽرينڊ (تربيت يافته) ڪرڻ لاءِ هڪڙو فزيڪل ڪلچرسٽ ماستر رکڻ گهرجي. آءٌ وري به چوندس ته مسٽر بورڪر جهڙين لياقتن وارو ماڻهو ملي ٿو، ته ان کي ٻن سون روپين پگهار تي رکڻ گهرجي.

مون کي خبر آهي ته توهان [تعليمي ميدان ۾] ان ڪم ڪرڻ جي شروعات ڪرڻ گهرين ٿو. اها نئين ڳالهه پڻ نه ٿيندي. جو اهڙين لياقتن واري ماڻهوءَ جي دستياب ٿيڻ ڪري سندس پگهار وڌائي ڪيس مقرر ڪيو وڃي، جو آخر ۾ نهايت ڪارائتو ٿيندو.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[اُن وقت آءٌ سنڌ وزارت ۾ تعليمي وزير هوس. فزيڪل انسٽرڪٽر رکڻو هو. ماڻهو قابل مليو، پر گهٽ مقرر ٿيل پگهار تي اچڻ قبول نٿي ڪيائين. مون کيس قاضي صاحب ڏي موڪليو. جنهن هن جي مقرريءَ لاءِ مٿيون خط موڪليو. ان تي مون سيڪريٽريءَ کي لکيو ته هن کي وڌيڪ پگهار تي رکيو وڃي، پر ان تي خرچ جي واڌاري، مڪاني ماڻهو رکڻ جي جذبي، جدا جدا کاتن جي منظوريءَ لاءِ وقت جي ضرورت ۽ هن ٻاهران آيل ماڻهوءَ جي گهٽ وقت لاءِ ترسڻ جي مشڪلات. اُن ماڻهوءَ جي مقرر ٿيڻ رنڊڪ ثابت ٿي، ۽ هو مقرر ٿي نه سگهيو.]

(44)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيٽسن جي هائوس، ڪراچي

12 - ڊسمبر، 1940ع

پيارا شاهه.

وعدي موجب "مڊل مارچ" جا جلد موڪليان ٿو. اميد ته پسند ايندا. مون کي ارمان آهي ته اجرڪي، ميٽنگ ۾ شرڪت ڪري ڪين ٿو سگهان. جو 4 بجي سن مسجد مان نماز تان موٽيو آهيان. ٿڪل اهيان. يونيورسٽي ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ شامل ٿي ڪين سگهندس.

مون ديوان چينمل جو ايڊيوڪيشن بورڊ ڏي موڪليل خط، جنهن جي ڪاپي مون ڏي بہ موڪلي اٿس، پڙهيو آهي. جيڪڏهن سڀ يونيورسٽي ڪاميٽيءَ ۽ لٽريري سوسائيٽيز جا ميمبر اهڙي ذهنيت رکندا، تہ خدا پناه ۾ رکي. اها نا اميدي پيدا ڪندڙ حالت آهي. اسان سنڌين جي رهڻ لاءِ چرين جي اسپتال پوري جڳهہ ٿي سگهي ٿي.

غريب ميران محمد شاه (چيئرمن يونيورسٽي ڪاميٽي) پڻ توکي ٻڌائيندو تہ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جو غلط انتخاب ڪيو ويو آهي. هو مون کي ان تي رهڻ لاءِ زور ٿو ڪري- ٻئي دفعي جڏهين منهنجي لاءِ شڪايت ڪري تہ چئجانس تہ مون قاضي صاحب کي ڪاميٽيءَ تي نامزد ڪري، چڪ ڪئي آهي. تون ڏسندين تہ ... خوش ٿيندو. تون سچ پچ [اسيمبلي پارٽين ۾ ٿيل] پٺڪٽ کي شڪ جي نگاه سان ڏسين ٿو.

اس گھر کو آگ لگ گئي گھر کے چراغ سے
از ما ست ڪہ بر ما ست.

مسلمان [جيئن هن وقت آهن]، ان مشڪلات جا مستحق آهن. شايد هو ائين سمجهن ٿا تہ سدائين رهندا، پر اها سخت جهالت جي نشاني آهي.

”شر الدواب صم البكم وهم لا يعقلون“

بيو چا لکان! سورن جو ورق پورو ئي ڪين ٿيندو.

احقر، امداد

[وزارت جي وقت ۾ سنڌ ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي هيم. قاضي صاحب بہ ان تي ميمبر هو. مسلمان ۽ هندن مان بهترين ماڻهو چونڊي ان تي رکيا ويا هئا— جهڙوڪ (1) مسٽر روپچند بيلارام جج چيف ڪورٽ، (2) مسٽر چينمل پرسرام، (3) پرنسيپال صورت سنگهہ ٻناڻي، (4) ڊاڪٽر گربخشاڻي، (5) ميران محمد شاه (چيئرمن). (6) قاضي صاحب. (7) ڊاڪٽر دائود پوٽو. (8) مس محمد علي، (9) مسٽر حاتم علوي، (10) پروفيسر اي. ايل. شيخ، (11) پرنسيپال جو نارڪر، (12) ڊاڪٽر رينچ، (13) پروفيسر ٽي. ايم آڏواڻي، (14) ڊاڪٽر ٽي. جي. مير چنداڻي ۽ (15) پروفيسر اجواڻي.]

ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري مسٽر بي. جي. واسواڻيءَ کي مقرر ڪيو هو.

ڪاميٽيءَ جا مقرر ٿيل ڪم صاف هئا. بنيادي ڪم هيءُ هو تہ سنڌ ۾ سنڌ يونيورسٽي بنائڻي هئي. ڪهڙي قسم جي ۽ ڪٿي ناهجي، وغيره، بابت غور ڪرڻو هو. هنن هڪ سب ڪاميٽي مقرر ڪئي جا ساري هندستان جون يونيورسٽيون ڏسي، پوءِ رپورٽ ڪرڻ واري هئي. سيني کي پتو آهي تہ سنڌي هندن منجهان هڪ مفاد پرست گروه فرقيوار بنيادن تي سنڌ جي جدائيءَ جي خلاف هو. جا باوجود سنڌن مخالفت جي جدا ٿي ويئي. جدا صوبي لاءِ جدا يونيورسٽيءَ جي ضرورت محسوس ڪري، مون ڪاميٽي مقرر ڪئي. ليڪن انهن ميمبرن مان ڪي دل ۾ جدا يونيورسٽيءَ قائم ڪرڻ جي خلاف هئا، جنهنڪري طرح طرح جون رنڊڪون وجهڻ لڳا. ان ڪاميٽيءَ تي جدا ادارن جي لحاظ سان ميمبر مقرر ڪيا هئم— جنهنڪري اُن تي 8 هندو ۽ 6 مسلمان ۽ هڪ يوروپين ميمبر هئا. قاضي صاحب ڪن ميمبرن جو نامناسب رويو ڏسي، ڪاميٽيءَ ۾ وڃڻ بند ڪيو. نتيجو اهو نڪتو تہ مسلمان ميمبرن جو تعداد اڳ ۾ گهٽ، باقي بہ قاضي صاحب جهڙي ماڻهوءَ جي گهٽ دلچسپي چيئرمن لاءِ ڏکيائي پيدا ڪئي، جنهن شڪايت ڪئي. ان تي قاضي صاحب مٿيون خط لکيو. ڪاميٽيءَ جون جملي 39 ميٽنگون ٿيون، جن ۾ پرنسيپال بٺاڻي هڪ ۽ قاضي صاحب ٻن ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيا. آخر ۾ باوجود سرڪار جي رولنگ جي تہ ڪاميٽيءَ کي يونيورسٽي قائم ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جي ڳالهہ تي غور نہ ڪرڻو هو، پنجن هندو ميمبرن ان قسم جا جدا اختلافي نوٽ ڏنا.

(45)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس ڪراچي

31 - ڊسمبر، 1940ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجو امير لاءِ خط پهتو. مهرباني ڪري عيد ڪان پوءِ ٻن ڏينهن ڪان مٿي ڪيس ڳوٺ نہ رهائج. سبق هلي رهيا آهن. هن گذريل مهيني ۾ گهڻو

پڙهيو آهي. آءُ ڪيس 7 - جنوري 1941ع تي ڳوٺ موڪليندس، جيئن ڪيس 10- تاريخ موٽائي موڪليو. اميد تہ اوهان سڀ خوش خرم هوندا.

مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[امير حيدر 6 تاريخ پهتو. 11 تاريخ ڪيس واپس موڪليو ويو.]

(46)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

19 - فيبروري، 1941ع

پيارا شاه،

مير محمد شاه مون سان ستابي شاه جي پڙهائڻ لاءِ ڳالهہ ڪئي. اڄ ڊاڪٽر دائود پوٽي بہ گفتگو ڪئي. اُن ڏينهن هڪ حاسد دوست هڪ رمارڪ پاس ڪيو. اسان ڇوڪرن جي پاڻ وٽ رکڻ مان گهڻو پئسو ڪمائي رهيا آهيون، جنهن تي مون گذريل ٽن مهينن لاءِ جو حساب تيار ڪرايو آهي. ان جي ڪاپي ملاحظي لاءِ موڪليان ٿو. اهو ضروري آهي تہ اسان جا دوست صحيح حقيقتن کان واقف ٿين. جيئن اسان جا بدخواه جڏهين ڳالهائين تہ انهن جي درستي ڪئي وڃي.

هندستان ۾ يورپين طرز تي رهڻ گهڻو خرچ ٿو ڪائي. ليڪن يورپ ۾ مدل ڪلاس ڇوڪرو 4 يا 5 پائونڊ هفتي ۾ اسڪول بورڊنگ لاءِ خرچ ڪائي ٿو.

اسان پنهنجي نموني تي ڇوڪرن سان (جهڙو مواد مليو اٿئون) ڪوشش ڪري رهيا آهيون- جيئن اهي بهتر زندگيءَ لاءِ تيار ٿي سگهن. اهو سچ آهي تہ اسان ڪين سنياسي ٿيڻ لاءِ ڪونہ تيار ڪري رهيا آهيون. اسان گهرون ٿا تہ هو زندگيءَ ۾ مهذب طريقي سان رهڻ جا لائق ٿين.

جيڪڏهن اسان وٽ گهڻا ڇوڪرا هجن ها تہ اهڙو انتظام ڪجي ها. جنهن ڪري سراسري خرچ گهٽ ٿئي ها. پر هنن اڌ ڊزن شاگردن لاءِ خرچ گهڻو ٿو ٿئي.

اسان اهو ڪم محراب خان جي زور رکڻ تي شروع ڪيو. پر جيئن قسمت هئي. هن جا ڇوڪرا ٻئي طرف موڪليا ويا.

مون کي معلوم ٿيو آهي تہ تون جلد ڪراچيءَ ايندين، اها خوش خبري آهي.

مسلمانن لاءِ ان کان اڳ جو هو ختم ٿي وڃن ڪجهہ ڪرڻ گهرجي.

امداد قاضي

[ان حساب ۾ ڏيڪاريل هو تہ ماهوار 1100 روپيہ پيدائش ۽ 1300 سو روپيہ خرچ ٿي آيو.]

(47)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

13 - مارچ، 1941ع

پيارا شاه صاحب،

مون کي معاف ڪج، جو تنهنجو چوڻ مڃي نٿو سگهان. ڪڪيءَ کي خبر نہ آهي تہ ٽائيفائيڊ جا ٽڪا نہ هڻائڻ ڪري پاڻس کي ڪيتري قدر جوکي ۾ وجهي رهي آهي. پر اسان کي خبر آهي: آءٌ سيني بارن کي ٻئي هفتي ۾ ٽائيفائيڊ جا ٽڪا هڻائڻ لاءِ موڪليان ٿو. ٻئي دفعي بہ ٽڪا لڳندن. جيتوڻيڪ هو گهر ۾ ڪڙهيل پاڻي پين ٿا ۽ ٻاهر پڻ ٿي جي اجازت نہ اٿن. تہ بہ حفاظتي نگاه کان هنن کي سيون هڻائيون آهن.

توکي خبر آهي تہ اسان لاءِ اهڙيءَ ڳالهہ ۾ بي جوابداري اختيار ڪرڻ ڪيڏو نہ ڏوهہ ٿيندو. ڇاڻي واڻي سندن زندگيءَ کي ڪيئن خطري ۾ وجهون. وڏا هجن ها. تہ ٻي ڳالهہ هئي. هن حالت ۾ سندن صحت جي جوابداري اسان تي آهي. معاف ڪجو. گهر ۾ سمجهائجو.

تنهنجو مخلص

امداد

[امير حيدر وٽن رهندو هو. ان بابت هيءَ خط آهي.]

(48)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس ڪراچي
25 - جنوري 1942ع

پيارا شاه صاحب،

مهرباني ڪري پنهنجي ماڻهوءَ کي سمجهائيندا ته امير کي پيسا نه موڪلي ۽ خط به نه لکي. اهڙن اٿرن ۽ صحبت کان هن کي محفوظ رکڻو آهي، جيڪڏهن ڪيس سڌارڻو آهي ته!

اميد ته اوهان خوش خرم هوندا. ۽ ان معاملي ۾ ضروري درستي ڪري ڇڏيندا.

تنهنجو مخلص
آءِ. آءِ. قاضي

[امير حيدر کي ڪنهن نوڪر پيسا موڪليا ۽ خط لکيو ٿو ڏسجي، ان تي هي خط لکيو اٿن.]

(49)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس ڪراچي
22 - مارچ 1943ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجي رواني ٿيڻ کان پوءِ اڌ ڪلاڪ بعد اسان وٽ وعدي ڪيل آنربل مهمان آيو. هن جي وڃڻ کان پوءِ پراڻي نا اميدي موٽي آئي. وڌيڪ خراب ڳالهه اها ٿي ته انڪري مٿي ۾ سور پئجي ويو. جو چار ڪلاڪ هليو. جنهن کان پوءِ خيال ڪرڻ ۽ لکڻ جي قابل نه رهيس. اڄ سمجهان ٿو ته ان ڳالهه تي ڪلنديس، پر ايترو جلد نه ڪلج.

"ساروز آف سٽن" (Sorrows of satan) ڪتاب پڙهه.
جيڪڏهن شيطان هن به پيريءَ دنياوي چڪتان ۽ ناڪاميابيءَ ڪري غمگين ٿي سگهي ٿو. ته هيٺ ڪرنڊڙ ماڻهو ۽ ملائڪ ان کان وڌيڪ غمگين نه ٿيندا؟ خود خدا به ان تي ڏک ظاهر ڪري ٿو. جڏهين چوي ٿو ته: ڪان ظلوماً جهولاً.

مسٽر نيچلداس سان ڳالهائڻ بعد آخري جهلڪ اميد جي بہ لهي ويئي. افسوس تہ اسان ايشيائي رهاڪو هن خوفناڪ درجي تائين پست ۽ بد حواس ٿي ويا آهيون. اها اباجدي پستي سڌي سگهجي ٿي.

اسڪول جا ٻار اسان کان وڌيڪ هشيار ۽ قابل آهن. ڇاڪاڻ تہ ڪين خود فريبي نہ آهي. قرآن چوي ٿو تہ جيڪڏهين اوهان صحيح معنيٰ ۾ مسلمان آهيو، تہ اوهان 20 ڀيرا وڌيڪ بي ايمانن کان طاقتور آهيو- تناسب 1= 20 آهي!

هڪ لک انگريز، 30 ڪروڙ هندستانين کي غلام رکيو وينا آهن. اتي تناسب 1= 3000 آهي. ڇا هڪ ماڻهو ٽن هزارن کي غلام رکي سگهي ٿو؟ هرگز نہ.

لازمي نتيجو اهو نڪري ٿو تہ اهي ٽي هزار ماڻهو بالغ نہ پر ٻار آهن- اسڪول ۾ ويندڙ ٻارن کان بہ ننڍا. اسان جي ملڪ جا رهاڪو حقيقي طور اهڙا آهن. جيڪڏهين انهن کي ٻارن ۾ شمار نہ ڪبو، تہ ڪين غير سالم دماغ اسي ورهيہ پوڙهن يا بيمارن ۾ شمار ڪرڻو پوندو، جن کي ڪوبہ مات ڪرائي يا مفتوح ڪري سگهي ٿو. يا تہ اهي ٽي هزار ماڻهو ڪنهن مثل دنيا جا رهاڪو، هڪ محفوظ مڙدي خاني ۾ ڪنهن چوڪيدار جي حوالي ۾ آهن، جتي اُهي پوسٽ مارٽم لاءِ رکيل تا ڏسجن.

ڇا بہ هجي پر انهيءَ جم غفير اڳيان ڪنهن پاڪباز کي رکڻ گناهہ آهي. پيغمبر صہ فرمايو آهي تہ:

تڪلمو الناس عليٰ قدر عقوبهم.

اهڙي قسم جي ماڻهن سان اصولن جي ڳالهہ ڪرڻ پنهنجو رت ڪانگن جي اڳيان اڇلائڻ جي برابر آهي. هنن کي ڏنڊي کان سواءِ ٻيءَ ڳالهہ جو علم نہ آهہ . ڏنڊي جا لائق آهن ۽ ڏنڊي سان ئي ڪيئي پيڙهين تائين محڪوم رهندا ايندا. سوئرن اڳيان موتي هارڻ بيڪار آهن. جواهر ڪڪڙن اڳيان ڦٽا ڪرڻ اجايا آهن. جو اهي ڪرفتيءَ کي وڌيڪ پسند ڪن ٿا. ٽالسٽاءِ جي لفظن ۾ اها حالت شرمناڪ ۽ حقارت آميز آهي.

هندستان ۾ اسان کي سخت حڪمران يا اسڪول ماسٽر جي گهرج آهي. اسان ٻارن کان بهتر نہ آهيون. خدا ڪري اسان ٻار هجون، پر انهن مثلن جي درجي تي نہ پهتل هجون، جي ٽن ڏينهن کان پوءِ اڇلائي ڇڏبا آهن. جيڪڏهن

ڪو ماڻهو بدني طور تي بيمار هجي ۽ هن جي دل ۽ دماغ ڪم ڪان جواب ڏيئي ويهي، تہ سواءِ ناڪاميابيءَ جي هو ڪهڙو ڪم ڪري سگهندو.

اها ڳالهہ لکڻ جا اڳي نہ لکي ويئي هجي ان لاءِ دل جي جدا حالت ۾ هئڻ جي ضرورت آهي. پر افسوس تہ زور زبردستيءَ اڳيان دل ڪم ڪرڻ ڪان جواب ڏي ٿي. مون هن معزز کي چيو تہ آئون ڪٿي سندن پاڪستان جوڙڻ ۾ مدد ڪريان پر ان ڪان بهتر ٿيندو تہ ڪنهن ڪافرشان ۾ رهجي.

"وفا ڪيسي ڪهان ڪا عشق جب سر پهوڙنا ٺهرا"

اهو ناقابل عمل نہ آهي جيئن تون چوندين. اهو قابل عمل حقيقت ۾ ناقابل عمل آهي خدا جا قانون پڄي پوئتي اڇلائي نٿا سگهجن. ماڻهن کي اهو نصيب ٿيندو جنهن جا لائق هوندا. خدا جا خزانا پريل آهن پر اهي نااهلن اڳيان ڦٽا نہ ڪيا ويندا آهن.

پدر را عمل بسيا راست وليکن پسر گرمي دارد
مرادر ديست اندر دل اگر گويم زبان سوزد
دگردم درڪشم ترسم ڪہ مغز استخوان سوزد
وگرچہ گفتہ آيد

احقر

جيڪڏهين مون کي ڪجهہ وقت زندهہ رهڻ لاءِ مليو جنهن ۾ مون کي شڪ آهي تہ آئون تو کي لکي ٻڌائيندس تہ اسلامي سياست جا بنيادي متا ڪهڙا آهن. ان حالت ۾ تو کي موجوده آئينن جي ڏسڻ جي ضرورت نہ ٿيندي. اهي سيئي جزوي ۽ اڻ پورا ٽڪرا ساڳي مخزن جا آهن. برٽش آئين سندس ظاهري اصولن مطابق انهن جي نزديڪ وڃڻ جي ڪوشش آهي. باوجود ان جي اسلامي بنيادي آئين جي اصولن کان اڻ واقف ۽ بي خبر آهي.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[هي اهو زمانو هو، جڏهين 3 - مارچ تي مون سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جو نهراءُ پيش ڪري، پاس ڪرائي ڇڏيو هو. آءٌ مسلم ليگ جو مکيہ ڪارڪن هوس. سر غلام حسين جي وزارت ۾ ٻہ مسلم ليگ وزير موڪلي، ان کي مسلم ليگي بنائڻ ۾ مدد ڪئي هيم. مستقبل ۾ سنڌ جي هندو مسلمانن جا تعلقات خراب ٿيڻ جو امڪان هو. مسلم ليگ ڪارڪنن ۾

اختلاف پيدا ٿي چڪا هئا. قاضي صاحب انهن کي درست ڪرڻ لاءِ مون سان گفتگو ڪئي. مون سندن حڪم هيٺ ڪنهن بہ سمجهوتي تي اچڻ لاءِ آمادگي ظاهر ڪئي. قاضي صاحب هندن مان مسٽر نيچلداس ۽ مسلمانن مان پير الاهي بخش ۽ شايد خانبهادر کهڙي کي گهرائي ان معاملي ۾ گفتگو ڪئي ٿي ڏسجي. ان ڪان پوءِ هي خط مون ڏي موڪليو اٿن.]

(50)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي
4 وڪٽوريا روڊ، 1943ع

پيارا شاه صاحب،

اسان ٻنهي کي هيءَ خبر ٻڌي صدمو رسيو تہ سن جي ڳوٺ ۾ ڪالرا پيئي آهي. سن جهڙي ننڍي ڳوٺ ۾ اها بيماري پوڻ خوفناڪ آهي.

مهرباني ڪري خبرداريءَ سان رهج، ۽ جي ٿي سگهي تہ شهر مان ٻاهر نڪري وڃو. هي سٺو موقعو آهي، چو نہ سڀ ٻار ٻچا وٺي ڪراچي اچي رهو!

شل خدا اسان سڀني کي حفاظت ۾ رکي!

مهرباني ڪري خط لکي پنهنجي حال کان واقف ڪر. سلامن بعد،

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[1943ع ۾ ڪالرا پيئي هئي. اها خبر اخبارن مان پڙهي، خط لکيو اٿن.]

(51)

(سنڌيءَ ۾)

ڪراچي
بيسٽن جي هائوس گارڊن ايسٽ
29 - مئي 1943ع

جناب سيد صاحب دام الطافه.

قربن ۽ دعائن بعد روشن ضمير تہ ننڍي ڪيڙ سڀ پنهنجي واهڻن ڏي رٽيشن لاءِ وڃي رهي آهي. نورچشم امير کي بہ منشيءَ سان ڳوٺ موڪليو

ويندو. 3 - تاريخ خميس ڏينهن سادي 4 بجي شام واريءَ گاڏيءَ ۾ هتان روانا ٿيندا ۽ آڌيءَ رات اتي پهچندا. جنهن صورت ۾ منشي بين بارن سان لاڙڪاڻي هليو ويندو، از رويءَ عنايت ڳوٺان ماڻهو روانو ڪندا ته اسٽيشن تان نورچشم کي باحفاظت ۽ بي تڪليف ڳوٺ تائين پهچائي. زياده دعا.

الراقم حقير.

اميد ته توهين ۽ ساري حويلي باخيريت هوندؤ. مالڪ الملڪ خوش ۽ آسودو رکيوَ! اڄ تنهنجا پراڻا خط پڙهي، دل وري ننڍڙي غلام مرتضيٰ ڏانهن ٽپا ڏيڻ لڳي. شل خدا جي حفاظت ۾ هجو!

تنهنجو

آءِ. آءِ. قاضي

[هن مان معلوم ٿئي ٿو ته منهنجا لکيل خط محفوظ رکيا اٿن.]

(52)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

سولن

9 - ڊسمبر 1943ع

پيارا سيد صاحب،

تنهنجي خط ۽ همدرديءَ لاءِ مهرباني. جيڪڏهن بلوچ ائين ڪرڻ چاهين ٿا ته آءٌ آخري ماڻهو هوندس، جو هڪ ڏينهن لاءِ به هن کي قبول ڪريان يا پاڻ وٽ رکان. هو مون وٽ گورنمينٽ وارڊ تي آيو. مسٽر بوٽ، مسٽر ڪالنس ۽ مسٽر صديقيءَ هن کي مون ڏي موڪليو. تنهنڪري مون اُن کي قبول ڪيو. ۽ انهن وري مون ڏي موڪليو آهي. مون ان بابت ڪجهه اکر به ڏانهن نه لکيو آهي. چوڪرو ۽ ان جا مائٽ ڪورٽ آف وارڊس ۽ منهنجي پنيان وزيرن وٽ وڃن. ۽ اهي يڪطرفو ڪين ٻڌن. ان مان نئين وزارت جي پاليسيءَ جو پتو پوي ٿو. پر اها سندن شخصي ڳالهه آهي.

موجوده مسلمانن جي شڪر گذاريءَ جي جيتري ٿوري ڳالهه ڪجي، اوتري بهتر آهي. اڳين لاءِ قرآن شاهد آهي ته-

"قليل من عبادي الشكور"

ازانسواءِ "تربيت نا اهل را چون گرد گان گنبذ است."

بيوقوف سمجهن ٿا تہ نسلي ڇڪ ۾ ٻارهن سالن جي تربيت ڪا معنيٰ رکندي هوندي -

تهيدستان قسمت را چہ سود از رهبر ڪامل
کہ خضر از آب حيوان تشنہ مي آرد سڪندر را.

ان کي وڌيڪ وضاحت سان بيان ڪبو تہ-

خـــر عيســـيٰ اگـــر بـــہ مڪـــہ رود
چـــو بيـــايد هنـــوز خـــر باشـــد.

اسان هتي ٿڌيءَ موسم ڪري رهيل هئاسون. ڇاڪاڻ تہ ننڍا ڇوڪرا سندن تربيت لاءِ ان کان وڌيڪ عمده آب و هوا ۾ ماحول نہ لهي سگهن ٿا. پر ڪن سببن ڪري اسان کي موٽڻو پيو آهي. اسان پهرين آڪٽوبر ڌاري موٽي ايندا سون. اميد تہ ملڻ بعد انهن ڳالهين تي گفتگو ڪري سگهنداسون.

امير پوريءَ طرح تندرست آهي. اڳي کان وڌيڪ. اها ڳالهہ سڀ کان وڌيڪ اهميت واري آهي. هي چوطرف سبزي ۾ خوبصورت نظارن ۾ نهايت خوش ٿو گذاري. اهائي صحيح تعليم آهي. ٻي سڀ (Craming) موڙ جوڙ آهي. خط لکڻ لاءِ مهرباني.

تنهنجو مخلص
آءِ. آءِ. قاضي

[ڏسڻ ۾ اچي ٿو ڪن بلوچ زميندار ڇوڪرن کي قاضي صاحب رهائڻ کان انڪار ڪيو هو، جن مون کي سفارش لاءِ چيو هو. هي خط ان جي جواب ۾ آهي.]

(53)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس، ڪراچي
2 - ڊسمبر 1943ع

پيارا سيد صاحب،

جيڪو (تقرير) جو مسودو تو مون ڏي موڪليو آهي، ان مان مطلب ادا نہ ٿي سگهندو. آءٌ بہ ان مسودي کي پسند ڪريان ٿو، جو تو پسند ڪيو آهي.

اهو قابل برداشت آهي. منهنجي مرضي آهي تہ ان کي آخري شڪل ڏيڻ بعد ڦير گهير نہ ڪجي. تبديلي يا ملاوت ان جي خوبي ختم ڪري ڇاڏي مليل ڪير بنائي وجهي ٿي. هڪ مسودو توڪي مسٽر الانا ڏنو آهي. هڪ سيڪريٽري مسلم ليگ مظهر علي شاه تيار ڪيو آهي. بنسبت هن نئين مسودي جي، اهي وڏيڪ بنياد بنائي سگهجن ٿا. گذريل دفعي بہ آخري تبديليءَ مسودي جي خوبيءَ کي ختم ڪري چُون چُون جو مربو بنايو هو.

امير ڪهڙيءَ تاريخ توسان ڳوٺ هلڻ لاءِ تيار ڪجي؟ آءُ خود تہ وٽ اچڻ لاءِ تيار هوس، پر ڊپ هوم تہ يا تون ٻاهر هوندين، يا جم غفير ۾ وينل هوندين.

اميد تہ گهٽو ڪم ڪري پاڻ نہ ٿڪائيندين.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[آل انڊيا مسلم ليگ ڪانفرنس 1943ع ڪراچي جي استقباليہ ڪميٽيءَ جي صدر طور خطبو تيار ڪرڻو هوم. جنهن کي آخري شڪل قاضي صاحب وڌائي - هي خط ان سلسلي جو آهي.]

(54)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

6 - جنوري 1944ع

پيارا سيد صاحب،

مون کي معلوم ٿيو آهي تہ مسٽر علي بخش چنا سنڌ مدرسہ بورڊ تان استعيفا ڏني آهي ۽ بورڊ تي هڪ جڳهہ خالي آهي. جهڙيءَ طرح محمد عثمان جي خالي ٿيل جاء تي يوسف هارون ميونسپل ڪارپوريشن طرفان اچي سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح تون مسٽر چنا جي جاء تي سهوليت سان اچي سگهين ٿو. جيئن اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ تي چونڊجي آيل اعتراض جوڳن ماڻهن کي ڪڏي سگهجي.

جيستائين اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ کي غلط مواد کان صاف نہ ڪيو ويو آهي. سيڪريٽري ان کي درست ڪري نہ سگهندو.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[سنڌ مدرسي جي خراب حالت کي درست ڪرائڻ لاءِ انتظار ڏيکاريو اٿن. ]

(55)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

10- مارچ 1944ع

توهان جو خط نمبر 252 سوالنامي جي ڪاپيءَ سميت مليو، جيڪو توهان 9 فيبروري 1944ع تي لکيو آهي. ان جو جواب هيٺ ڏجي ٿو.

ڪيترائي ڀيرا جڏهن پيغمبر خدا ﷺ جي آڏو (وحي خدا) بابت هڪ وڏو سوال ڪيوويو، ان جو جواب بلڪل سادو ۽ هڪ ئي لفظ هو.

سوال ڪندڙ جي مطمئن نہ ٿيڻ ۽ ٻيهر سوال ورجائڻ تي، ان جو جواب پڻ ساڳيءَ طرح هڪ ئي لفظ ۾ هو. ٽيون دفعو سوال زورائتي انداز ۾ ڪيو ويو. تہ بہ جواب تقريباً ساڳيو ئي هو. هاڻ سوال ڪندڙ ان هڪ لفظي جواب ٻڌڻ کان پوءِ ان بابت ويچارڻ تي مجبور ٿيو.

سوال ڪندڙ لاءِ صحيح جواب هو تعليم ۽ تعليم، بهتر تعليم، ۽ ٻيو دفعو بہ دهرايائون، بهتر تعليم ۽ اڃا ٻيهر چيائون بهتر تعليم. جيڪڏهن ماڻهوءَ جي بهتر تعليم ٿئي تہ بنا ڪنهن گهڻي تڪليف ۽ مشڪلات جي سڀ مسئلا عملي طور پنهنجو پاڻ حل ٿي ويندا.

بهتر تعليم لاءِ بهتر قسم جي استاد جي ضرورت هوندي آهي. استاد ڪٿان حاصل ڪجن ۽ انهن جي تربيت ڪيئن ٿئي؟ زڪوات جي بهتر انتظام ۾ ئي ان جو حل آهي. پر ڳالهہ اها آهي تہ هڪ اڻ پڙهيل ۽ غير ذميوار مجموعي کان اهو ٿي سگهندو؟ ان جي جواب لاءِ وري بہ بهتر تعليم لاءِ هڪ مضبوط حلقي ڏانهن موٽڻو پوندو.

جيڪڏهن ڪو شين کي مستقل ۽ مستحڪم بنيادن تي درست ڪرڻ چاهي، تہ پوءِ يقيناً سڀ کان پهريائين ان کي انساني ذهن ۽ دماغ کي درست ڪرڻو پوندو.

(تغيرو ما بانفسهم)

اهو هڪ سچ آهي تہ سڀ کان اول ۽ بهترين استاد ماءُ آهي. هن دنيا ۾ نئون جنم وٺندڙ ٻار جيڪي ڪجهہ هو پنهنجي حياتيءَ جي پهرين ستن سالن ۾ ڪائي پيئي ٿو، زندگيءَ جي انهن ستن سالن ۾ هو ڪجهہ بہ نہ ٿو وڃائي. ان جا اهي ست سال يا تہ ماءُ جي جهوليءَ ۾ يا وري گوڏن تي ننڍ ڪندي گذرن ٿا. ماءُ انهن ستن سالن دوران ٻار جي فطري ۽ حقيقي نگهبان آهي. اهوئي سبب آهي جو، پيغمبر ﷺ، ان ڳالهہ تي زور ڏنو تہ، جنت ماءُ جي پيرن هيٺان آهي. سو هتي ئي ٻيٺو ۽ اجا بہ ٽيٺو مسئلو آهي.

سوچجي تہ نياڻيءَ کي تعليم ڏيارڻ لاءِ ان جي والد کي تعليم ڏيو، ان لاءِ تہ جيئن اها پنهنجي ٻارن کي پڙهائي سگهي.

پڙهائڻ جو مقصد استاد پيدا ڪرڻ آهي. انهن کي تربيت ۽ روزگار ڏيڻ ضروري آهي. جنهن لاءِ ابتدا ۾ فندن جو هجڻ ضروري آهي. جيڪڏهن جماعت [مسلم ليگ] (زڪوات) گڏ ڪرڻ ۾ اهليت رکي ٿي، تہ مسئلو سولائيءَ سان حل ٿي سگهي ٿو. پر، جيڪڏهن اهو ناقابل عمل آهي جيئن لڳي ٿو، تہ پوءِ غير منظم، انفرادي مشن جي ذريعي علائقائي طور تي معمولي نتيجا حاصل ٿي سگهن ٿا، ان کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهجي، جيستائين ڪا انقلابي تبديلي اچي.

مذهب ۽ سياست جي ميلاپ وارو اصطلاح ڪئي مونجهارا پيدا ڪري ٿو، ڪوبہ سنجيده ماڻهو هن چوڏهين صدي هجري ۾ ڪنهن بہ مذهب کي ڪيئن پسند ڪري، جيڪو مجموعي طور انسان ذات جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم نہ ٿو اچي. سياست جو مقصد، اخلاقيات جي اها شاخ آهي جنهن کي عام زندگيءَ ۾ خاص طور استعمال ڪري سگهجي. هڪ لفظ ۾ اهو تہ شهري زندگيءَ کي منظم ڪرڻ. جڏهن تہ اخلاقيات مذهب کان سواءِ بيوقوفي آهي. جيستائين اسان اخلاق جو گهٽ ۾ گهٽ ڪو مقصد يا ڪا منزل متعين نہ ٿا ڪريون، تہ پوءِ اخلاق جي اصولن جي ڪا معنيٰ نٿي رهي.

گڏوگڏ، مذهب جو عملي طور متقصد (عصبيت) آهي ۽ ڪابہ قوميت ان ڪان سواءِ وجود قائم نہ تي رڪي سگهي، قوميت ۾ جيڪي بہ تعلقات موجود آهن اهو ان جو حقيقي مذهب آهي. پيو جيڪو ڪجهہ بہ آهي اهو وجود ڪانسواءِ (خالي) نالو آهي. رياست جي قيام لاءِ باهمي رشتي، تعلق يا ڳانڍاپي جو هجڻ ضروري آهي، ۽ اسلامي رياست سان قرآن جو تعلق يا ڳانڍاپو هجڻ ضروري آهي. قرآن مان ايستائين فائدو نہ تو حاصل تي سگهي، جيستائين ان کي سمجهيو نہ ويو آهي. هڪ ڪان وڌيڪ پيرا جيستائين اسان بهتر تعليم ڏانهن نتا رجوع ٿيون.

سماجي، ثقافتي ۽ تعليمي ڳالهيون سيئي اعليٰ قسم جون ۾ بي معنيٰ آهن. سچ اهو آهي تہ اها صرف تعليم ئي آهي جيڪا سماج ۽ ثقافت کي جنم ڏئي تي.تعليم ۽ ثقافت بي معنيٰ ۾ ساڳي جنس وارا لفظ آهن، البت سماجي اخلاقيات فقط ساڳي حالت جو نتيجو آهي.

ان ابتدا سان هاڻي آءُ حالتن جي وقتي ۽ عملي ضرورتن ڏانهن اچان ٿو.

ان ڪان اڳ جو ڏوڪڙ پيسي ۽ تعليمي سرشتي کي مضبوط بنيادن تي منظم ڪجي، وقت جي اها ضرورت آهي تہ اڳواڻن کي گهٽ ۾ گهٽ اسلام جي نظرئي بابت مڪمل طور تي چٽو ٿيڻ گهرجي. جيستائين اڳواڻن جا ذهن صاف ۽ چٽا ناهن، تيستائين ڪابہ تحريڪ يقينن ڪامياب تي نہ سگهندي ۽ باراڻي خواب وانگر هوندي. انهن کي فرقيواريت ڪان مٿانهون تي سوچڻ گهرجي، ۽ ان اسلام ۾ داخل تي وڃن جيڪو آفاقي آهي جنهن ۾ فرقن جي ڪابہ گنجائش ناهي. تحريڪ جا اڳواڻ نہ رڳو اهڙي صاف ۽ چٽي سوچ جا مالڪ هجڻ گهرجن، مگر انهن وٽ هڪ مڪمل تصوير اڏو هجڻ گهرجي تہ آخر اهي ڇا حاصل ڪرڻ چاهين ٿا. ان بعد ئي عملي طور ۽ طريقا سامهون ايندا.

جڏهن اهو سڀ ڪجهہ تي وڃي تنهن ڪان پوءِ تڪڙي ضرورت آهي تہ (ان ڪان اڳ جو اوقاف کي تعليم ۽ خطبن لاءِ استعمال ڪجي) جن ساڳين هڪجهڙن اصولن جي بنياد تي اسلام پکڙيو، انهن آفاقي اصولن تحت هڪ منظم ۽ متحد پريس جي ذريعي ان کي عوام تائين پهچايو وڃي. هتي وري بہ ٺڙيل پکڙيل ليڊر شپ جو باهمي ڳانڍاپو لازمي ٿئي ٿو. مضبوط جاندار ليڊرشپ ۽ فرمانبردار پوئلڳ يقيناً اهم ۽ ضروري آهن. سمعنا و اطعنا تي هر

صورت ۾ عمل ڪيو وڃي. ڪنهن بہ ذاتي ڳالهہ کي وقتي طور ڪابہ اهميت نہ هئڻ گهرجي.

پيسي ۽ تعليم جي ان ضروري نظام کي عوام ۾ متعارف ڪرائڻ گهرجي، ان چٽائي ۽ شدت سان تہ جيئن اهي پنهنجن معاملن ۾ اڳتي اچڻ ۾ پاڻ پرا تي سگهن ۽ اڳواڻن کي عملي قدم کڻڻ تي مجبور ڪري سگهن.

تنهنڪري اسلام جي نظرئي بابت گڏيل سوچ جو هجڻ پهرين ضرورت آهي، جيڪا وقتي طور هڪ منظم پريس جي ذريعي پيدا ڪري سگهجي ٿي. ان ڪم ۾ ٻارهن مهينا بہ لڳي سگهن ٿا، ۽ ان جو پيهر ورجاءُ ڪري سگهجي ٿو. جيستائين هي نظريو ماڻهو هضم نہ ٿا ڪن. ان لاءِ فقط پريس ئي واحد ذريعو آهي جيڪا صلاحون ۽ مشورا ڏئي سگهي ٿي.

ان دوران اڄ تائين واري تعميري ڪم لاءِ هڪ نظرداري ڪندڙ ڪاميٽي جوڙي وڃي جيڪا هن نظرئي جو ٻاهرين حملن کان دفاع ڪري سگهي ۽ ڪنهن کي بہ پريس جي معمول مطابق ٿيندڙ ڪم ۾ مداخلت ڪرڻ جي اجازت نہ ڏئي.

اهو پڻ ضروري آهي تہ جيستائين ڪنهن نندي آواز جي پيدا ٿيڻ جو ڪو امڪان ٿئي، تيستائين عام ماڻهو کي اهو سوچڻ نہ ڏنو وڃي تہ ڪو انهن کي اسلام جي ڪنهن خاص نڪتي يا سوچ ڏانهن ڇاٽي واٽي ڏکيو پيو وڃي.

تنهنجو مخلص

آءِ آءِ قاضي.

[قاضي صاحب پاران سائين جي. ايم. سيد کي هي خط ان وقت لکيو ويو. جڏهن پاڻ صوبائي مسلم ليگ جو صدر هو. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ قاضي صاحب سيد صاحب جي معرفت مسلم ليگي قيادت ۾ قوم جي فلاح ۽ ترقيءَ لاءِ اهليت پيدا ڪرڻ ۽ عوام جي خدمت ڪرڻ جو خواهان هو.

هي خط غلام آءِ آءِ قاضيءَ جي، سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود منتشر پيپرن مان هٿ لڳو. جنهن مان اهو پڻ پتو پوي ٿو تہ 1944ع ۾ لکيل هن خط تائين سيد صاحب علامہ قاضي صاحب کي 252 خط لکيا. پر افسوس. جو انهن خطن جي هاڻ ڪٿي بہ ڪاپي ڪانہ ٿي ملي. هن خط کي سنڌيءَ ۾ آڻڻ لاءِ محترم محمد آدم ٻٽ جو تعاون رهيو. آزاد قاضي]

(56)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس
11- مارچ 1944ع

پيارا سيد صاحب

ضروري درستگي ڪرڻ ڪان پوءِ ڪاغذ واپس اوهان ڏانهن موڪلجن ٿا.
نيڪ خواهشن ۽ سلامن سان.

توهان جو خلوص منجهان
آءِ. آءِ . قاضي

[هي خط بہ سنڌي ادبي بورڊ جي ذخيري مان مليو. آزاد قاضي]

(57)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

سولن، سملا هلس،
24 - مئي، 1944ع

پيارا شاه صاحب،

تنهنجي مهرباني، جو تون تڪليف وٺي اسان کي ڪراچي اسٽيشن تي هيڏانهن اچڻ مهل ڇڏڻ آئين. اسان باسلامت هتي پهتا آهيون. ڪجهہ تڏ تي پيئي، جنهن جو ڪراچيءَ کان هتي پهچڻ بعد پتو پيم. سفر کان اڳ يا ان ۾ مون کي اک جي تڪليف بہ ٿيل هئي. هن دفعي ڪراچيءَ جي آب و هوا اسان سڀني کي ياءِ نہ پيئي. امير صحت ۾ سڌري رهيو آهي. اهڙيءَ طرح بيا شاگرد بہ. هنن جي ڪنگهہ هاڻ ختم ٿي ويئي آهي. تنهن هوندي بہ، هتي بہ ڏينهن جو ذرا گرمي ٿئي ٿي. ازانسواءِ هتي سملي وانگر ڪنٽرول جا رول لاڳو نہ هئڻ ڪري واپاري ٻاهرين کي ڦرڻ ۾ حد ڪري ڇڏين. مسواڙون ۽ کاڌي جو سامان هتي ڪراچي کان وڌيڪ مهانگو آهي. خاص ڪري ڪوٺلي جي مهانگائيءَ جي تہ حد آهي. 5 رپيا في مڻ ملن ٿا.

سملي ۾ ڪو گهر ڪونہ ٿو ملي. پر جيڪي ماڻهو اڳي رهاڪو آهن. تن مان بہ ڪيترن جا گهر خالي ڪرايا پيا وڃن. اها ڳالهہ هڪ معزز کان ٻڌيم. جو اتي رهي آيو آهي. ان تي اعتبار ئي نٿو اچي.

اسان ٻيئي ٿڪل ۽ بيمار آهيون. مڪمل آرام وٺي، تندرست ٿيڻ گهرون ٿا. جيڪڏهن خدا گهريو تہ. ماشاءَ الله.

شهر خالي ست ز عشاق مگر کز طرفي
دستي از غيب برون آيد کاري بکند

مظهر علي شاهہ کي سلام ڏج. اميد تہ هاڻ تون تندرست ۽ بهتر هوندين. حد کان وڌيڪ ڪم نہ ڪر. اها غلط بچت آهي. خدا حافظ.

"ننڍي وڏي کي پيار جي نظر سان ڏس، ڇاڪاڻ تہ سچي محبت جي تقاضا اها آهي." (شيڪسپيئر)

تنهنجو پيار ڪندڙ
امداد

[هيءُ سولن کان سندن حال احوال ۽ يادگيريءَ جو خط آهي.]

(58)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي
20 - آگسٽ 1944ع

پيارا سيد صاحب،

مهرباني ڪري امير جي بخار جي ڊگريءَ جي خبر موڪليندا. اميد تہ هاڻ سندس حالت سڌري هوندي.

پيار ڪندڙ
امداد قاضي

[امير حيدر کي ٽائيفائيڊ ٿي پيو هو، ان لاءِ سندس طبع پرسي ڪئي ٿي.]

(59)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي
(تاريخ ڪانہ لکيل)

پيارا شاهہ صاحب،

پيغام لاءِ مهرباني. آءٌ اڄ ڏيڍ بجي مسلم هاسٽل ۾ ليڪچر لاءِ وڃي رهيو آهيان. مون کي پتو نہ آهي تہ توکي اتي مون سان گڏجي هلڻ سهوليت

وارو ٿيندو يا نہ. منھنجي مرضي آهي تہ تون مون سان ڳڏجي هلين. گاڏيءَ ۾ اسان موٽندي ڳالهائي سگھنداسون. هي آءُ انڪري چوانءُ ٿو تہ مون کي 4 بجي بيءَ جڳھہ تي وڃڻو آهي هاسٽل مان موٽڻ بعد سڌو اوڏانهين هليو ويندس. ڪوشش ڪج جيڪڏهين ملي سگھين. مون کي توسان گھڻو ڳالهائڻو آهي. آءُ گاڏيءَ ۾ پوري ڏيڍ بجي تو وٽ ايندس - انشاءَ الله تعاليٰ. پيار ۽ سلام.

تنھنجو مخلص

امداد قاضي

[قاضي صاحب کان ان ڏينهن ملڻ لاءِ وقت گھريو اٿم. ان جي جواب ۾ هي خط موڪليو اٿن.]

(60)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

سن نہ ڇڏج. منھنجو ماڻھو ايڏاهين اچي ٿو.

آءِ. آءِ. قاضي.

[هن تار تي تاريخ ۽ سن لکيل نہ آهي، انڪري پتو نٿو پئجي سگھي تہ ڪھڙي سلسلي ۾ تار ڪيل آهي.]

(61)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

6 - اپريل، 1945ع

پيارا سيد صاحب،

امير کي ڇيل هو تہ 4 تاريخ اچي، جو ڇوڪرن جي داخلا سينٽ پيٽرڪ اسڪول ۾ نون ڪلاسن منجھہ 5 تاريخ رکيل هئي.

هي 5 تاريخ پهچي نہ سگھيو. مون پرنسيپال کي لکيو تہ اڄ تائين ترسي، پر اڄ بہ نہ آئيو. امير کي سستي ڪرڻ نہ ڏني وڃي. تعليم ايتري اهم نہ آهي جيتري تاديب. مهرباني ڪري هن کي جلد تار ڪرائي گھرائي وٺ.

مون کي اميد آهي تہ تو منهنجو گڏيل مشورو، توکي ۽ پير صاحب کي ڏنل نہ وساريو هوندو ۽ هڪ ننڍي جڳهہ منهنجي چوڻ موجب پري هونديوَ. توکي پوءِ معلوم ٿيندو تہ منهنجو اهو مشورو انصاف تي مبني آهي.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[سنڌ مدرسہ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي رکڻ بابت هدايت آهي.]

(62)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

(تاريخ ڪانہ لکيل)

پيارا سيد صاحب،

مون کي ڪن خانگي ۽ ڪن پبلڪ مسئلن تي توسان گفتگو ڪرڻي آهي. پر مون کي ڊپ آهي تہ تون هن وقت مشغول هوندين. بهرحال جيڪڏهين توکي وقت ملي سگهي، تہ مون کي مل. جيئن تبادلہ خيال ڪري سگهون.

هن سان گڏ هڪ خط پروفيسر گهنشام جو تنهنجي موڪليان ٿو. جيڪڏهين اڄ وقت ملي سگهي تہ ڪيس ڏج. جيڪڏهين خط ڏيڻ نامناسب نظر اچيئي، تہ پوءِ خط ڏيڻ جي تڪليف نہ ڪج. پوءِ آءٌ ڪنهن ٻئي ذريعي ڪيس موڪلڻ جي ڪوشش ڪندس.

سلام پير صاحب ۽ شاہ صاحب کي رسن.

مخلص

امداد قاضي

[هيءُ خط 1945ع ڌاري جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جڏهين ڪان اسان جا تعلقات ڪانگريس ڪارڪنن سان وري بيهر پيدا ٿيا. انڪري هن جاء تي آندو اٿم. سنڌ مسلم ليگ ۾ ان وقت اختلاف هئا. ممڪن آهي انهن جي دور ڪرائڻ لاء گفتگو ڪرڻ گهري هجين.]

(63)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس، ڪراچي
16 - اپريل 1945ع

پيارا شاه،

تنهنجي خط نہ صرف مون کي پر مسز قاضيءَ کي بہ عجب ۾ وجهي ڇڏيو. ايتري قدر جو هن سولن وڃڻ مهمل ڪري ڇڏيو آهي.

پر خط ۾ تنهنجي طبيعت جي جا جهلڪ نظر اچي ٿي، ان ۾ اسان توسان همدرد آهيون. اسان امير جي تعليم هن عمر ۾ خراب ڪرڻ نٿا چاهيون، اسان جي ڇئن سالن جي محنت اسان کي ياد آهي. اسان فيصلو ڪيو آهي تہ سولن نٿا وڃون. اسان اڳيئي ٻہ هزار رپيا پاڙن ۽ مسواڙ تي خرچي چڪا آهيون ۽ اجا بہ خرچ ڪرڻا اٿئون. تو امداد لاءِ پوريءَ طرح مون کي نہ سمجهيو آهي. مون چيو تہ نئون سال اپريل ۾ شروع ٿيو آهي. جيڪڏهين اسان انگلينڊ نہ وياسون، تہ هي پلي اچي.

مهرباني ڪري امير کي يڪدم موڪل. جيئن تہ نوان ڪلاس هاڻ شروع ٿيا آهن. اسان هن جو يڪدم هتي اچڻ چاهيون ٿا. ڪنهن بہ صورت ۾ ڪمزور نہ ٿيءُ. ڇئن سالن ۾ رڳو اڄ امير کي ڪنٽرول ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. پر ڇا ڪجي، جڏهين والدين جي ڪمزوري موجود آهي!

وڏيڪ پوءِ لکندس. پر امير حيدر کي يڪدم موڪل.

تنهنجو

امداد قاضي

[امير حيدر جو ڪن سببن ڪري، پڙهڻ لاءِ قاضي صاحب ڏي نہ وڃڻ- هي ۽ بيا هينيان ٿي خط انهيءَ بنسبت آهن.]

(64)

(سنڌيءَ ۾)

ڪراچي
23 - اپريل، 1945ع

شاه صاحبا،

مون ڪالهہ تار ڪئي تہ امداد کي هڪدم ڏياري موڪليو. اجا تائين امداد ڪونہ پهتو آهي. تون پائين ٿو تہ امداد ۽ امير مون کي توکان گهڻا پيارا آهن.

پر منهنجي امان ۽ تون امير کي ڪارڻ پنيان آهيو. هي وقت آهي، جنهن ۾ سندس درست ٿيڻ يا نہ ٿيڻ جو موقعو آهي. سندس ضد ڪي ڏکهي رسي ڏيڻ يا تاديب ڪرڻ تي سندس زندگيءَ جو مدار آهي، ارادو بہ ڪا شيءِ ٿيندي آهي.

هتي اسان وٽ يار محمد کهاوڙ جا ڇوڪرا هئا. جيسين هو ٿورو بہ ڪين منهن ڏيندو هو، تيسين ڪين سڌريا. پوءِ مون ڇيومانس تہ يا وني وڃين يا چوين تہ آءٌ توهان کي ڪجهہ بہ ڪين ٿو ڏيئي سگهان- وڃي قاضي صاحب يا منسز قاضيءَ ڪان گهرو يا بک مرو! نتيجو اهو ٿيو آهي تہ اهي ڇوڪرا اڄ آئڊيل ۽ هر ڪم لاءِ تيار آهن. انهن ۾ ڪئريڪٽر پيدا ٿي ويو آهي. هو هر ڳالهہ خوشيءَ سان قبولين ٿا.

محترمہ اديءَ صاحبہ کي منهنجي پاران ڇئو تہ امان تون منهنجي ڌيءَ آهين، مون کي امير توکان گهٽ پيارو نہ آهي، پر توکي خبر نہ آهي تہ بار ڇا ۾ سڌرندو ۽ ڇا ۾ ڪرندو آهي.

زياده ڇا لکان!

تنهنجو
امداد قاضي

(65)

(سنڌيءَ ۾)

ڪراچي
27 - اپريل، 1945ع

شاهہ صاحبا، وعليڪم السلام.

اوهان جو نوازشنامو مليو. احوال معلوم ٿيو. اها خدا جي مهرباني هئي تہ توهان مون کي امير جو خط موڪليو. آءٌ خود حيرت ۾ هوس، پر مون کي ڪجهہ ڪجهہ احوال معلوم ٿي ويا هئا.

امير جي پويان اهي ماٺهو پيل آهن. جن جو غرض امير جي رستي اوهان سان صرف رسوخ پيدا ڪرڻ جو نہ آهي، پر انهيءَ ڪان بہ اڳيرو. نالن وٺڻ جو ضرور نہ آهي.

ميان غلام حيدر شاه اجا ننڍو آهي. دنيا جي حالتن کان غيرواقف ۽ نيڪ دل انسان آهي. هو دنيا جي ماڻهن جي نيتن ۽ طريقن کان واقف نہ آهي. پر هن قصي جو بنياد جيترو ظاهر ڏسڻ ۾ اچي ٿو، تنهن کان اڳيرو آهي. اوهين سمجهي نٿا سگهو تہ جنهن ٻار پنج سال هڪ هنڌ گهر ڪيو هجي، سو ڪيئن بغير وجهہ اهو گهر ڇڏڻ گهرندو. اهي سڀ ڳالهيون اوهان جي گهري ويچار جي قابل آهن. آءٌ فقط ايترو چوان ٿو تہ پاڻهي مستقبل انهيءَ معما کي کوليندو، پوءِ اوهان کي خبر پوندي.

ٻي حقيقت ڇا آهي تہ ٻي تاريخ مئي تي اسان وري سولن وڃڻ جو ارادو ڪيو آهي. اڳيان ٽڪيٽ خراب ٿي ويا. وري ٻيا ورتا اٿئون. جيڪڏهن تڪليف نہ ٿئي، تہ پهرين [تاريخ] هتي اچو، تہ چار ڳالهيون ٿي سگهن.

ٻيءَ صورت ۾ جيڪڏهين مرضي هجي تہ، امير کي هتي ڇڏي وڃون، جيتوڻيڪ هاڻي ظاهراً تہ نيڪ آهي. سندس ضد ۽ ٻي ادبيءَ کي ڇڏي ڏيڻ کان اهي خاميون سندس طبيعت مان ڪڍڻ بهتر ٿيندو. ان جو فيصلو اوهان پاڻ ڪريو. اسان جا 60 ورهيہ اجايا ويل آهن. انهيءَ جو فيصلو اجا ڪري نٿا سگهن.

هنن پنجن ورهين ۾ مون فقط هڪ ڏينهن تڪو تي ڪيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو هن مهيني جي 10 تاريخ.

ان جو نتيجو اهڙو همت افزا ثابت ٿيو، جو مون کي يقين آهي، جو امير مان ضد کي ڪڍڻ آسان ٿيندو، پر توهين بهتر ڄاڻو تا ۽ ٻار توهان جو آهي. منهنجو حق مٿس نہ آهي. وڏيڪ مرضيءَ جا مالڪ آهيو.

زياده خير.

تنهنجو

امداد قاضي

(66)

(سنڌيءَ ۾)

ڪراچي

27 - اپريل، 1945ع

شاهہ صاحب،

اڄ صبح جو مون هڪ چٺي پوسٽ ڪئي آهي. پر وري خيال آيم تہ اسين سيئي ٻار ٿيندا تا وڃون. امير پاڻهي راضي ٿي ويندو، ان جو ٻار اسان تي

آهي. ان بابت اوهان کوبہ ويچار نہ ڪريو. ٻن مهينن لاءِ نہ خط لکوس، نہ پيسو موڪليوس- ڇوڻ تہ توهين سندس لکڻ مان رنج آهيو. هتي اسان نئون دستور اختيار ڪري، خرچي ڏيڻ جو مستقل دستور ڪڍيو آهي. ڪين نقد پيسا معمولي طريقي سان خرچيءَ لاءِ ڏنا ويندا. توهان کان تقاضا ئي ڪونہ ڪندو. باقي ضرورت رهي تہ امداد کي هڪدم هيڏانهن روانو ڪيو. توهان خود اسان جي سولن وڃڻ کان اڳ، هتي نہ اچو تہ بهتر- جيئن امير اوهان کي ڏسي ئي نہ، مون کي خوف آهي تہ ٻن ٽن مهينن ۾ اوهان کي سخت انتظار سان منهن ڏيڻو پوندو. پوءِ هي ڳالهيون بالڪل خسيس ۽ بي معنيٰ نظر ايندين. بهتر آهي تہ هي ڳالهيون اسان کي فيصل ڪرڻ ڏيو. ٻاراٽيءَ ڳالھہ کي طوالت نہ ڏجي.

مون کي ڊپ آهي تہ اسين خود ٻاراٽپ جي تعريف جي احاطي اندر نہ اچي وڃون! هاڻ في امان الله. امداد کي جلد روانو ڪريو.

انشاءَ الله العزيز 2 مئي اسان سولن روانا ٿي ويندا سون. اوهان ڏھہ منشي موڪليندا، تہ بہ امير اسان سان هلندو. اهو ويچار ئي لاهي ڇڏيو. هاڻي فيصلو مون کي هٿ ۾ وٺڻون آهي.

تنهنجو

امداد

(67)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

سولن

10 - جولاءِ، 1945ع

پيارا سيد صاحب،

اسان اسٽيشن تي آياسون ٿي تہ توکي ڏسون. پر هوا سازگار نہ ٿي. جيڪڏهين تون واقف ٿيڻ چاهين ٿو تہ اسان ڪڏهين واپس موٽنداسون تہ انشاءَ الله اسان 3 تاريخ آگسٽ نڪري، چوٿينءَ ڌاري ڪراچيءَ پهچي ويندا سون.

جيڪڏهين مير غلام علي خان سان ملڻ جو موقعو مليئي، تہ مهرباني ڪري کيس چئج تہ ڇوڪرا تندرست آهن. هن مهيني جي آخر ڌاري ايندا سون. هن ظاهر ڪيو هو تہ سولن ايندو تنهنڪري وقت اندر ڪين جواب موڪلجي ٿو تہ اسان خود واپس اچي رهيا آهيون.

اميد تہ جڏهين اسان ڪراچيءِ پهچنداسون تہ ان وقت کان اڳ تون موٽي ڪراچيءِ پهچي ويندين. مون کي توسان ڪن مسئلن بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻي آهي.

اميد تہ اوهان سلامتيءِ سان واپس ملڪ پهچندا.

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد قاضي

[لارڊ ويول آل انڊيا آئيني مسئلن تي هندستان جي مکيہ پارٽين سان گفتگو ڪرڻ لاءِ سملي ۾ ميٽنگ گهرائي هئي. مسلم ليگ ۽ ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽين کي بہ ان موقعي تي سندن ليڊرن صلاح مصلحت لاءِ اتي گهرايو هو. آءٌ ۽ ڪي دوست سنڌ مان ان موقعي تي ويا هئاسون. مون امير کي خط لکيو هو تہ اسٽيشن تي ملي. گاڏي ڪاڻ بيٺي. هو اسٽيشن تي آيل هو.]

(68)

(انگريزيءِ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس، ڪراچي

29 - سيپٽمبر 1945ع

پيارا سيد صاحب،

مون کي قاضي احمد ايل. ايل. بي. ايم. اي ائڊووڪيٽ ۽ ليڪچرر مسلم ڪاليج ڪراچيءِ کي توسان تعارف ڪرائڻ ۾ خوشي ٿئي ٿي.

هن کي انن سالن کان روزانو ڪاليج جي ڏينهن کان ڏسندو آيو آهيان.

هي نسلي طور اسلام ۽ ان جي پيغمبر ۽ خدا سان محبت رکندو آيو آهي. هن کي مذهب جو بين ڳالهين کان گهڻو خيال رهي ٿو.

هن جي ڳوٺ جا ووٽر ۽ سندس تڪ جا ڪيترائي ساٿهو سندس چوڻ موجب ڪيس اسيمبليءِ جي ميمبريءَ لاءِ بيهڻ واسطي چئي رهيا آهن. هن جو مخالف اڻ پڙهيل آهي. پر تو کي آزمودي موجب معلوم ٿيو هوندو تہ هو ڪهڙو ماڻهو آهي. هن جي پارت اٿو.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[اسيمبليءِ جي نين چونڊن لاءِ ٽڪيٽن ورهائڻ وقت قاضي احمد محمد ڏيپلي واري هيءَ سفارشي خط قاضي صاحب کان آندو هو.]

(69)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي

15 - ڊسمبر، 1945ع

پيارا سيد صاحب،

مون مير غلام علي خان کي گهرايو هو ۽ هو هاڻ موٽي ويو آهي. چوي ٿو ته هي حيدرآباد ۾ هوندو ۽ جڏهين به آءٌ کيس گهرائيندس، هو اچڻ لاءِ تيار رهندو. جيڪڏهين تون سچي مسئلي تي غور ڪري هڪ ڏينهن لاءِ هتي اچين ته شايد هي جهڳڙو اجا به ٽاري سگهجي.

جنهن ڏينهن تون وئين، ڪهڙي اهو به مناسب نه ڄاتو ته مون کي، توهان ٻنهي ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٿيون. ان بابت اطلاع ڏئي. هو زورآور ماڻهو آهي، تنهنڪري کيس سندس راءِ کان ڦيرائي نه سگهبو. پر توکي ۽ مير غلام علي خان کي مستقبل جو خيال رکڻ گهرجي. حالتن کي درست ڪرڻ لاءِ هي منهنجي آخري ڪوشش آهي. جيڪڏهن پائنين ته ڳالهين مان ڪو خاطر خواه نتيجو نڪرندو، ته مهرباني ڪري يڪدم هيڏانهن اچ. اتفاقاً محمد صالح شورو ملي ويو اٿم. کيس توکي وٺڻ لاءِ موڪليان ٿو.

تنهنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[ان وقت مسلم ليگ ۾ چوندن تان اختلاف وڏي ويل هئا. هڪ طرف وزارت ڌُر هئي، جنهن ۾ سر غلام حسين، پير الاهي بخش، خانبهادر کهڙو ۽ مير غلام علي خان هئا. ۽ ٻئي طرف صوبي سنڌ مسلم ليگ جو گروهه هو، جنهن ۾ غلام نبي خان پناڻ، سيد ميان خير شاهه، سيد غلام حيدر شاهه، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي وغيره هئا. قاضي صاحب مسلم گروهن ۾ سمجهوتي آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ٿي. هي خط ان سلسلي ۾ هو. پر اختلاف ايتري قدر زور وٺي ويا هئا، جو ڪو سمجهوتو ٿي نه سگهيو.]

# فصل ٽيون

## قاضي صاحب جا خط
(1967 - 1946)

(70)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

ڪراچي
(تاريخ ڪانهي لکيل)

پيارا ياءُ،

خط لکي موڪل تہ طبيعت ڪيئن اٿئي! آءٌ آيس ٿي، پر توکي طبيعت جي ناسازيءَ جي حالت ۾ تڪليف ڏيڻ نہ گهريم، ماڻهن سان ملڻ ۾ توکي ٿڪاوٽ ٿيندي هوندي. پينسل سان هڪ اکر لکڻ ڪافي ٿيندو، تہ بخار هن وقت ڪيترو آهي.

تنهنجو مخلص

امداد قاضي

[ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ڪنهن وقت بيمار ٿيو آهيان، ۽ قاضي صاحب خط لکي طبيعت پرسي ڪئي آهي. ]

(71)

پيسٽن جي هائوس ڪراچي
26 - اپريل، 1947ع

پيارا شاهہ صاحب،

پنهنجي ڪتاب (نئين سنڌ لاءِ جدوجهد) جو مسودو مون ڏي موڪلڻ لاءِ مهرباني. آءٌ هر روز تنهنجي پروگرام بابت پڇا پيو ڪريان، پر پتو پئجي نہ سگهيو آهي. آءٌ گذريل مهيني کان طبيعت ۾ بي چاڪ رهڻ ڪري ڪجهہ

ڪري نہ سگھيو آھيان. مون خيال ڪيو ھو تہ تون ڪراچيءَ ايندين، تہ اتي ملڻ جو موقعو ملندو. تنھنڪري ھن ڪان اڳ لکي نہ سگھيو آھيان. آءٌ قلمي نسخو موڪليان ٿو. منجھس ڪا درست ڪرڻ جھڙي ڳالھہ نہ آھي. سواءِ ٽائيپ جي چڪن جي. اھو دلچسپ ڪتاب آھي.

پھرين 9 فصلن ۾ وڌيڪ وضاحت ٿيڻ گھربي ھئي.

اميد تہ جلد ھتي ملڻ ٿيندو.

تنھنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

[سارو 1946ع جو سال آل انڊيا مسلم ليگ جي پشتيءَ سان وزارت پارٽي ۽ اسان جي وچ ۾ تصادم رھيو. آخر ۾ ضمني چونڊن ۾ سال جي آخر ڌاري اسان جو گروھ وزارت پارٽيءَ ۽ مسلم ليگ جي مقابلي ۾ شڪست کائي ويو. ان کان پوءِ ڳوٺ ويھي، سنڌ جي گذشتہ سياسي تاريخ تي ڪتاب لکيم، جنھن جو نالو "نئين سنڌ لاءِ جدوجھد" رکيم. قاضي صاحب ڏي اھو ڪتاب ڏسڻ لاءِ موڪليو ھوم. ھي ۽ ٻيو خط ان سلسلي ۾ آھن.]

(72)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي ھائوس ڪراچي

27 - اپريل، 1947ع

پيارا شاھ صاحب،

جنھن ڏينھن تو پنھنجي لکيل ڪتاب جو قلمي نسخو موڪليو، ان وقت کان تنھنجي پروگرام جي پيڇا ڪئي اٿم، پر پتو نہ پيو اٿم. 8 بجي صبوح جو ھڪ نوجوان آيو، ڪتاب موٽائي وٺي وڃڻ لاءِ. ان وقت آءٌ غسل خاني ۾ ھوس. نوڪر چيس تہ 10 بجي اچي، پر ان کان پوءِ وري ڪونہ آيو.

مون ھڪ نوٽ لکي ڪتاب سان شامل ڪري، موڪلڻ لاءِ رکي ڇڏيو ھو. پر پتو ڪونہ اٿم تہ ڪتاب ڪٿي موڪليان. جڏھين ڪراچيءَ اچين، تہ مون وٽ ضرور اچج. ھتي جڏھين اچين ٿو ۽ موٽيو وڃين، تہ ان جو پتو مون کي ڪونہ ٿو پوي.

اميد تہ خوش ھوندا.

تنھنجو مخلص

آءِ. آءِ. قاضي

(73)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس، ڪراچي
4 - سپٽمبر، 1947ع

پيارا شاهه،

خدا جو شڪر جو مون کي، توکي ٻئي مبارڪن ڏيڻ لاءِ موقعو مليو آهي. هڪڙو تہ امير حيدر تندرست ٿيو آهي. ان کي منهنجو پيار ڏج. ٻيو تنهنجي ڪالهوڪي شام جي بصيرت افروز تقرير تي. تنهنجو تاريخي تجزيو نہ صرف ممتاز هو، پر صحيح پڻ هو. سرهند تي ابن عربيءَ جا رد عمل پوري طرح بيان ڪيل هئا. اهڙي طرح نور محمد ڪلهوڙي جو ڪردار واضع ڪيل هو.

منهنجي خواهش آهي تہ سنڌي پوري طرح بيدار ٿي، لطيف جي پيغام تي عمل ڪن، ۽ ان جو پيغام دنيا تائين هڪ آواز سان پهچائين.

اسان وٽ املهہ ماڻڪ شاعر آهي، جو هر ملڪ جي شاعرن کان گهٽو مٿي بيٺو آهي. هي ڪهڙو نہ روحاني مظهر آهي! هن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ بعد روحانيت ۾ ڪير نہ مجندو؟ خدا توکي برڪتن سان مالامال ڪري!

تنهنجو پيار ڪندڙ
امداد

[منهنجي جنهن تقرير طرف توجهہ ڇڪايو اٿن. اها مون شاهہ عبداللطيف جي قومي تخيل بنسبت جمشيد لنگر لاج (راڪ هائوس) ۾ 3 سيپٽمبر 1947ع تي ڪئي هئي، جا پوءِ انگريزيءَ ۾ سائيڪلو اسٽائيل ڪري ورهائي ويئي هئي.]

(74)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

پيسٽن جي هائوس، ڪراچي
24 - آڪٽوبر، 1947ع

پيارا شاهہ صاحب،

عيد مبارڪ ڀهرين توکي، پوءِ ساري ڪٽنب کي ڏيان ٿو.

اصل سبب ڇوڪرن کي هميشہ وانگر، نہ رهائڻ جو اهو آهي، تہ اسان ٻيئي ٻي ڇاڪ تي پيا آهيون، ۽ تندرست ٿيڻ لاءِ آخري علاج ان ۾ ڳوليو

اٿئون، تہ ملڪ جي تبديلي ڪريون. جيڪڏهين خدا گهريو، تہ اسان هي ملڪ 10 ڏينهن اندر ڇڏي، ولايت روانا ٿي وينداسون - خدا ڪي معلوم تہ ڪيتري وقت تائين. مون سپ ڇوڪرا مائٽن ڏي موڪلي ڇڏيا آهن. مون کي معلوم ٿيو آهي تہ تون 27 تاريخ ڪراچيءَ اچڻ وارو آهين. اميد تہ ولايت وڃڻ کان اڳ توسان ملاقات ٿيندي. هيءَ خبر مون ڪنهن کي نہ ٻڌائي آهي. خود پنهنجي پيٽن ۽ ڪٽنب جي ڪنهن بہ ڀاتيءَ کي نہ ٻڌائي اٿم. تنهنڪري ان کي مخفي رکج ۽ ڪنهن کي نہ ٻڌائج. آءُ ان جو سبب توکي ٻڌائيندس، جڏهين روبرو ملنداسون. خود ميان علي محمد کي بہ ان جي خبر نہ آهي. آءُ توکان معافي وٺان ٿو، ان ڪري جو مون ڇوڪرا اڃا موٽائي گهر نہ آندا آهن- يعني امير حيدر ۽ امداد. جو مون کي خبر آهي تہ اها غلطي ٿيندي، جو جڏهين اسان ولايت وڃي رهيا آهيون، تہ ڪين هفتي ڏيڍ لاءِ هتي گهرائي وٺان. اميد تہ امير حيدر هن وقت بلڪل چاڪ ٿيو هوندو.

سلام ۽ عيد مبارڪ.

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد

[پاڪستان قائم ٿيڻ بعد ٻنهي ملڪن ۾ مذهب جي نالي ۾ هندن، مسلمانن ۽ سکن جا نفرت ۽ نفاق جي هوا پکيڙي، جنهن ۾ لکها ماڻهوءقتل ٿيا ۽ ڪروڙها ماڻهن کي دربدر ٿيڻو پيو. اُن هِــن حساس دل ۽ صوفي منش کي نهايت صدمو پهچايو. هو بيئي بي چاڪ ٿي پيا. تنهنڪري لاچار وطن ڇڏڻ جو ارادو ڪيائون.]

(75)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

انگلنڊ

3 - ڊسمبر، 1947ع

پيارا سيد صاحب،

اسان هڪ هفتي کان هتي آهيون. تنهنجي مهرباني، جو اسان کي الوداع ڪرڻ لاءِ جهاز تائين اُماڻڻ آئين.

اسان سارو وقت درد ڀريءَ دل سان غريب سنڌ، لطيف جي پيغام، اسلام ۽ غريبن جي مستقبل بابت سوچي رهيا آهيون. غريب شيخ عبدالمجيد موجوده حالات ۾ ڪهڙيءَ طرح گذاري رهيو آهي؟ آءٌ هن کان موڪلائي به نه سگهيس، اسان کي ملڪ ڇڏڻ لاءِ نهايت ٿورو وقت مليو. مهرباني ڪري منهنجي طرفان هن کان معافي وٺج. هن ۽ راشدي صاحب کي سلام ڏج.

اسان جون دليون رت روئن ٿيون، جڏهين فڪر ڪريون ٿا ته ڇا ٿيڻ گهربو هو ۽ ڇا ٿي پيو! ماڻهو دنيا کي بهشت بنائي سگهي ٿو. پر ان جي عيوض هن کي دنيا کي دوزخ بنائڻ پسند اچي ٿو. ان لاءِ ڪو علاج آهي يا نه؟ اهو سڀ مذهب ۽ خدا جي نالي ۾ ڪيو وڃي ٿو! وڏي شان وارا مسلمان، سک، سناتني- ڪهڙي نه عجيب مذهبي تثليث آهي! تن تي خدا جي لعنت هجي، جن اهڙا ڪم ڪيا. انسانيت، فضيلت ۽ شرافت کي تماشو ڪٺي بنايو اٿن. اهي عجيب مذهبي ماڻهو بنيا آهن. جيڪڏهين اهي، جيڪي ڪن ٿا سي مذهب آهن، ته اهي جيترو جلد ختم ٿيڻ گهرجن اوترو بهتر آهي.

توکي ياد آهي ته اسان جو ڪرشنا مورتي جڏهين زمان کان مٿي ٿيڻ جو ذڪر ڪري رهيو هو، ته ان جو محرڪ جذبو (Incentive) آڊولف هڪسلي جي ڪتاب (Time Must Have A Stop) مان هو. جيڪڏهين اهو ڪتاب هٿ اچي سگهيئي، ته پڙهي مون کي خبر موڪل ته تنهنجو ان لاءِ ڪهڙو خيال آهي. اسان کي پنهنجي ۽ پٽن جي احوال کان واقف ڪندو رهج. مسز قاضي ڪين پيار موڪلي ٿي.

تنهنجو پيار ڪندڙ

امداد

[خط جو مضمون خود وضاحت ڪري ٿو وڌيڪ ضرورت نه آهي.]

(76)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

انگلنڊ

(تاريخ ڪانهِ لکيل)

پيارا شاهه صاحب،

توکان خط نه اچڻ جي حالت ۾ مون هڪ ڪتاب لکڻ شروع ڪيو آهي، جڏهين پورو ٿيندو ته موڪليندوسانءِ. اهو پيغمبر اسلام ته هو، جنهن پهريون دفعو ٻڌندڙن لاءِ عجيب پيغام ڏنو-

"طلب العلم فريضة عليٰ كل مسلم و مسلمةٌ"

ها. نہ صرف مرد پر زالون بہ علم پرائين. اهڙي ڳالهہ ان کان اڳ نہ ٻڌايل هئي، جنهن موجب زالن تي بہ علم پرائڻ فرض مقرر ڪيو ويو. ڪيترين مسلمان عورتون علم پرائين ٿيون؟ افسوس آهي سندن مسلمان والدين تي. ڇا اهي مسلمان آهن؟ تون سمجهين ٿو تہ جي هي واقعي مسلمان هجن ها، تہ دنيا ۾ اوج تي نہ هجن ها.

"مسلمان ڪهاڻ مشڪل هووي" (گرونان ڪ)

تون ڪين تعليم لاءِ پروپيگنڊا ڪر. هو ڏوهن ڪرڻ بعد وڪيلن لاءِ پنهنجي ملڪيت ويندي زال جي نٿ وڪڻڻ کان بہ نٿا رهن. ان کان منع ڪرين.

هر هنڌ وچ ۾ واڪا ڪر- ايترو ڏاڍو جيترو پڇي سگهئي. خدا توکي طاقت ڏيندو. تون هن دور جو بلال (موذن) ٿي، "حي الفلاح" چوءُ! پوءِ فلاح اهي حاصل ڪندا. جن لاءِ قرآن چوي ٿو تہ "قد افلح من تزڪاها". جيڪي تزڪيہ نفس حاصل ڪندا؛ سي ئي فلاح حاصل ڪري سگهندا. دانهن ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. پلي تہ ٻوڙا ۽ بدبخت ستل بہ ٻڌن. دانهون ڪر. هدايت لاءِ هر هنڌ وڄ. زميندارن کي عرض ڪري شرمائي، ڏوهن کان باز رک. ڪين تعليم ۽ سڌاري جي ڪمن طرف دلچسپي ڏيار. تہ وڪيل نہ ڪن پوءِ پلي جيل ۾ وڃن. اهو ڪم شروع ڪر. جيڪڏهين خدا گهريو. تہ جلد آءٌ بہ توسان گڏ ڪم ڪندس.

بيو ڪوبہ هي منهنجا خط نہ ڏسي. اهي صرف تنهنجي هدايت لاءِ آهن. جيڪڏهين منهنجا انگريزي خط اثر نہ ڪن، تہ سنڌيءَ ۾ لکڻ شروع ڪندس.

ياءِ، بيدار ٿي! ماڻهن کي خبردار ڪر! آرام نہ ڪر! آءٌ جلد وري لکندس. دنياوي اقتدار ۽ عزتون، صرف ڏوڪو. نمائش ۽ ڪوڙيون آهن.

جيڪي اقتدار ۾ هجن، تن کي چئو تہ خدا جي سچي عبادت، پان. پٽن ۽ ڌين کي تعليم ڏيارڻ ۾ آهي. ڌيون "ام القوم" آهن.

خدا تنهنجو مددگار آهي!

تنهنجو

امداد قاضي

(77)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

45 - ايومينو روڊ، لنڊن
S.E- 20
23 - ڊسمبر، 1949ع

پيارا سيد صاحب،

پورا ٻہ سال ۽ ٻہ مھينا گذريا آھن، جڏھين تو اسان کي ھيڏانھين اچڻ لاءِ جھاز ۾ چاڙھيو ھو. ان وچ ۾ ڪا گھٽي لکپڙھ ڪانہ ٿي آھي. تو اسان کي ٻن سالن کان پوءِ ياد ڪيو آھي. ليڪن اسان توکي ھر روز ياد رکندا آيا آھيون. ۽ ھميشہ امير ۽ امداد جي ڏسڻ لاءِ دل پئي گھريو آھي. ھن خط اسان کي ايتري خوشي ڏني آھي، جو ظاھر ڪري نٿو سگھان. ھڪ ايماندار ماڻھوءَ لاءِ ڪير نہ ھن طرح جا خيال رکندو.

حبذا قومي ڪہ ديد حق بود ديدار شان

مسلم دنيا اھڙن ماڻھن کان اڄ کان وڌيڪ ڪڏھين بہ زياده خالي نہ رھي آھي. انھن کي ڏسڻ سان خدا ياد پوي ٿو. پر اڄ ڪلھہ جي اڪثر ماڻھن کي ڏسڻ بعد شيطان جي يادگيري پوي ٿي.

يا خدا ڪيستائين ھيءَ حالت قائم رھندي؟ خدا جي محبت رکندڙ ۽ ان جا ڳولائو خود لطيف جي سرزمين مان بہ غائب ٿيندا وڃن. اھو چوڻ صحيح نہ ٿيندو تہ قرآن ۽ لطيف ھوندي بہ اسان خالي ھجون. لطيف ڪھڙيءَ طرح نہ اسان جھڙن ردي ماڻھن کي دلداري ڏئي ٿو.

ھــڙ ۾ ڪيــن ھيــون، ھونئيــن ھــن نـــ چاڙھيـــا،
ســارو ڏينھـــن سمونـــڊ تـــي، لھـــي ســـج ويـــون،
جڏھين صاحب سبب ڪيون، تڏھين سٽڙ ٿيا سيد چوي.

وري ھيءَ مصرع ڪيڏي نہ دلپسند آھي-

مـــون اپـــي تـــڙ وٽ پريـــن پڳھـــ چوڙيـــا،
ڪا مونھين ۾ گھٽ، نا تہ سجڻ سباجھو گھڻو.

جڏھين بہ تون اسان کي ڪوٺيندين، اسان ھليا ايندا سون. خدا توتي ۽ ننڍڙن تي پنھنجي رحم جي نظر ڪري. ڪين منھنجا پيار ڏج ۽ تون بہ قبول ڪج.

تنھنجو پيار ڪندڙ
امداد قاضي

[هن کان پوءِ پاڻ 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر جي اچي چارج ورتائون. ان کان پوءِ حيدرآباد وڃڻ وقت اڪثر پيو ساڻن ملڻ ٿيندو هو.]

(78)

(انگريزي مان ترجمو)

حيدرآباد سنڌ،
27 - آگسٽ، 1952ع

پيارا شاهه صاحب،

مون کي پڪ آهي تہ بروهيءَ توکي منهنجو پيغام پهچايو هوندو. جيئن تہ ٿورو وقت هو ۽ خط پهچي نہ سگهي ها، انڪري اهو پيغام موڪليم تہ امداد کي پير محفوظ هٿ ولايت موڪل. اسان کي پياري امير کان سسيڪس مان خط پهتو آهي، اها تعجب جي ڳالهہ هئي. هاڻ اميد تہ اسان جو امير سٺي تعليم وٺي سگهندو. اميد تہ هي طبعيت جو خيال بہ رکندو ۽ ٿڌي هوا کان پاڻ بچائيندو. آءُ کيس اهڙو خط لکان ٿو.

اميد تہ اوهان سڀ گهر ۾ خوش هوندا.

تنهنجو پيار ڪندڙ
امداد

(79) (انگريزي مان ترجمو)

سنڌ يونيورسٽي
20 - سپٽمبر، 1956ع

پيارا سيد صاحب،

خط لاءِ مهرباني. جهڳڙو سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ سندس دشمنن جي وچ ۾ آهي ۽ ان جو بنياد صفا ڪوڙ تي رکيل آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي خير خواهن لاءِ بهتر آهي تہ هو هينئر ئي سجاڳ ٿين. چاڪاڻ تہ هن دور ۾ اهو ڏکيو نہ آهي تہ ماڻهن کي برغلائي سگهجي.

تنهنجو مخلص
آءِ. آءِ. قاضي
وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽي.

[ان وقت ذاري چند ماڻهن طرفان قاضي صاحب جي يونيورسٽيءَ جي پاليسيءَ خلاف اردو اخبارن ۾ پروپيگنڊا شروع ٿي ۽ ڪي خط لکي مڪيہ ماڻهن ڏي موڪليا ويا. حاتم ۽ مون ڪي جڏهين ان ڳالهہ جو پتو پيو، تہ قاضي صاحب جي طبيعت ڪي مدنظر رکي، مون خط لکيو تہ ان تحريڪ ڪري تڪڙ ۾ ڪوبہ قدم نہ کڻندا. جيستائين آءٌ ۽ حاتم اوهان سان ملي گفتگو نہ ڪريون. ترت شاہ پٽ جو ميلو لڳڻ وارو هو. ان تي ويندي مهل اسان بيئي وٽس وياسون. قاضي صاحب ڪي نهايت مضطرب حالت ۾ ڏٺوسون. مسز قاضي ان ڪان وڌيڪ. چي انهن حالتن هيٺ اسان يونيورسٽيءَ ۾ رهي ڪيئن سگهنداسون! گهڻيءَ منت سماجت ۽ سمجهائڻ ڪان پوءِ ڪين اتي رهڻ لاءِ رضامند ڪيوسون.]

(80) (سنڌيءَ ۾)

حيدرآباد،

12 - جنوري 1960ع

عاليجاها،

دعوت نامي پهچي، ممنون ۽ مشڪور ڪيو.

اوهان ڪي موٽي ماڳن تي اچڻ جون مبارڪون هجن. نهو بہ اتي ٿا. اوهان ڪي ياد هوندو تہ گذريل وقت جڏهين ملڻ جو موقعو مليو هو، تہ مسز قاضيءَ اختلاج القلب جي شڪايت ڪئي هئي. هڪ مهيني ڪان وري اها لاحق اٿس ۽ سندس ڪائڻ جي ڪمري ۾ وڃڻ بہ موقوف آهي. انهيءَ ڪري ڪيس اڪيلو ڇڏي نٿو سگهان. نہ تہ سن شريف ڏسڻ ۽ دريا جي ڪناري جي رونق محصل ڪرڻ ۽ ننڊن وڏن سان ملڻ لاءِ دل ٽپا ٿي ڏئي.

بمصداق- در دست ديگرست ز مام سمند ما،

جي عاجزي آهي جي حياتيءَ بقا ڪيو، تہ هڪ ڏينهن اچي زيارت ڪنداسون. اتي جيڪي صاحب دل ۽ چاٺو اچن، تہ ڪين منهنجو پراڻو سوال سندن اڳيان پيش ڪيو وڃي، تہ اسان جي سنڌ جي ئي سونهاري هي لفظ ڪهڙيءَ معنيٰ سان پيش ڪيا آهن!

”جي قيام مڙن تہ ڪر اوڏا سپرين،

تهان پوءِ سُڄن واڌائيون وصال جون“ (شاہ)

سنڌ جو حقيقي شاه اُهو هڪڙو آهي. مولي تاج بہ سندس سهڻي مٿي تي رکايو آهي. شل سنڌين جي ساڻس محبت ڏينهان ڏينهن ترقي پذير هجي!

مولي هڪ نعمت غير مترقبہ سنڌين کي ڏني آهي. شل انهيءَ جو قدر ڪن، نہ تہ چئبو تہ اکين ۾ دلين تي ڍڪڻ اٿن.

جي انهيءَ سٽ کان هلڪيري مصرع گهرجين، تہ هيءَ آهي-

هلو هلو ڪاڪ تڙين، جتي گهڙجي نينهن،
نڪو رات نہ ڏينهن، هر ڪاپسي پرينءَ ڪي.

چئون تہ قرآني آيت ڪا کين ياد اچي تي، جنهن جو تعلق هن سٽ سان هجي؟

شل الله خوش رکيوَ ۽ منهنجي امداد ۽ امير ۾ برڪت وجهي- اسان جي اها دعا آهي.

مسز قاضي امير ۽ امداد کي پيار تي ڏئي، ۽ اوهان کي دعائون ۽ سلام. زياده خير.

تنهنجو

امداد

[آڪٽوبر 1958ع ۾ ملڪ سان مارشل لا لاڳو ٿيڻ ڪري مون کي جيل ۾ موڪليو ويو. 1960ع ۾بيماريءَ ڪري جيل کان ٻاهر ڪڍي سن جي ڳوٺ ۾ نظر بند ڪيائون. سگهوئي شاه حيدر عليہ الرحمت جي ميلي جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس لاءِ چند عالم دوست ماڻهن کي دعوت ڏيئي گهرايو ويو. قاضي صاحب کي عرض ڪيو ويو هو تہ جيڪڏهين پاڻ اچڻ قبولين تہ ساڳئي ڏينهن کين واپس موٽايو ويندو. پر مسز قاضيءَ جي ناچاڪائي ڪري اچڻ کان عذر واريائون.]

(81)

(انگريزي مان ترجمو)

حيدرآباد

31 - مارچ 1960ع

پيارا امداد،

امير شايد اسان کي وساري ڇڏيو آهي. شاه ۽ ٻيا سڀ گهر ۾ ڪيئن آهن؟ هن وقت ڇا ٿو پڙهين؟ تون هن وقت 25 سالن جو آهين. سن هينئر سهڻو

ڏسڻ ۾ ايندو هوندو. خاص ڪري دريا جي ڪناري سان. مٿرن ۽ ڪٽڪ جا لابارا شايد ٿي ويا هجن. اهڙيءَ طرح تيلي ٻجن جي پوکن جو نظارو به گهٽجي ويو هوندو.

توڏي، امير ڏي ۽ شاهه ڏي پيار.

تنهنجو پيار ڪندڙ
امداد. آءِ. قاضي

[هيءُ شفقت ڀريو خط قاضي صاحب منهنجي ننڍي پٽ امداد ڏانهن لکڻ فرمايو.]

(82)

(انگريزيءَ مان ترجمو)

حيدرآباد سنڌ
20 - نومبر 1960ع

پيارا شاهه،

امبد آهي تہ مع اولاد خوش خرم هوندين. اسان سنڌ جي عظيم الشان شاعر جي ٻن مصرائن جي معنيٰ ڳولڻ ۾ ڦاٿا پيا آهيون- تون ڪا مدد ڪري سگهندين؟

رتي جا رهاڻ، سا پئي پهنين نہ ٿئي،
ڪنهن ڪر وڏي ڪاڻ، پاٽا نينهن نڪيرئو.

—

رسڻ نہ آهي ريت، پهنين پاهت ناهه ڪو،
پسو منجهہ پريت، جيهائي جوڙ وهي.

مهرباني ڪري مون کي لکي موڪل تہ توکي ان جي ڪهڙي معنيٰ ٿي سمجهہ ۾ اچي، اهي ٻئي بيت آسا سر جي آخر ۾ آهن. تنهنڪري ضرور اهم هوندا. اهي چوٿين داستان جي آخر ۾ آهن.

منهنجا پيار امير، امداد ۽ توکي رسن.

پيار ڪندڙ
امداد

قاضي صاحب اڪثري مهرباني ڪري، ڪيترن موقعن تي، ڪن بيتن جي معنيٰ پڇندا هئا. ڪين پتو هو تہ جنهن بيت جي حقيقي معنيٰ ڪين غور ۽ فڪر ۾ وڌو تي، ان جي معنيٰ جي خبر مون کي ڪٿي پوٿي هئي، پر آءٌ سمجهي ويندو هوس تہ جنهن مصرع يا بيت متن اثر ڪيو تي، ان مان مون کي فيض ياب ڪرڻ ۽ غور فڪر جو موقعو ڏيڻ گهريائون تي. هڪ ڏينهن حيدرآباد ۾ ڪين ملڻ ويس. شاه جي رسالي جي نئين سر ترتيب پئي ڪيائون. يڪدم پهچڻ سان چيائون ڪالهونڪر هڪ مصرع دل تي چڙهي آئي اٿم، ان جي پوري راز ڪان اجا تائين واقف تي نہ سگهيو آهيان - تون معنيٰ ٻڌاءِ!

سونهن وجايم سومرا، ميرو منهن تيوم،
وجڻ تت پيوم، جت هلڻ ناهي حسن ري.

قاضي صاحب کي ڪجھ وقت ڪان پوءِ ان بيت جي اندروني معنيٰ اچي ويئي. سندس آخري، ڪوچ تي لکي ڇڏيل ڪاغذ ۾ ان بيت جي معنيٰ ڏسيل آهي. پر آءٌ سونهن، ميرومنهن، حسن جو ملڪ، انهن ٽنهي، اکرن جي معما مان آزاد تي نہ سگهيو آهيان.]

(83)

(سنڌي - آخري خط)

حيدرآباد

31 - مارچ 1966ع

اکين جا ٺار منا مرتضيٰ،

محبت نامو هينئر 21 مارچ جي وصول تيو. گرچہ تاريخ 28 متس پيل آهي. هفتي ڪان ايلزا جي بيماريءَ حيران ڪري ڇڏيو آهي. هينئر آءٌ بہ ڪري پيو آهيان. جي حياتيءَ بقا ڪيو ۽ اٿڻ ويهڻ بند نہ تي ويو. تہ توڪان وڌيڪ ڪنهن کي ڏسي خوش تينداسون! هينئر تہ پيا آهيون. اٿڻ ويهڻ ڪان ڇڪيل.

دعا جي ضرورت.

تنهنجو

امداد عفہ عفہ

[جڏهين 23 مارچ 1966ع تي پاڪستان سرڪار مهرباني ڪري نظربنديءَ جو حڪم لاٿو، تہ مون خيال ڪيو تہ سياست ۽ ملڪ کان ڪناره ڪشي اختيار ڪري، سنڌ جي مڪيہ ولين جي درگاهن جي زيارت ڪري، سروي ڪري ڏسان تہ پنهنجي پراڻي تمنا يعني سنڌين جي اخلاقي درستي تزڪيہ نفس ۽ صحيح تعليم لاءِ ڪهڙيءَ طرح ڪم شروع ڪجي- ان واسطي قاضي صاحب جي زيارت، صلاح ۽ مشوري لاءِ مون وٽس وڃڻ لاءِ وقت مقرر ڪري، ڪيس اطلاع ڪيو. ان جي جواب ۾ هي خط لکيو اٿس-

1 - اپريل 1966ع تي 11 بجي حاضر ٿي، ڏيڍ ڪلاڪ ڪن سندن خدمت ۾ رهي، ساڻن ملاقات ڪيم.

(1) ان ۾ سندن صحبت مان پيش لفظ ۾ بيان ڪيل جن نتيجن تي پهتو هوم، ان جي تصديق گهريم. ڪم و بيش پاڻ منهنجي اخذ ڪيل نتيجن کي پسند فرمايائون.

(2) سنڌ جي درگاهن جي موقعي تي اهڙي قسم جي ڪم لاءِ بزم صوفياءِ سنڌ قائم ڪري، پرچار ڪرڻ لاءِ اجازت گهريم. پاڻ ان کي سٺو ڪم سڏيائون.

(3) سنڌ جي درويشن جي ڏنل پيغام کي دنيا تائين پهچائڻ لاءِ مخلص ڪارڪنن جي گروه جي تعليم ۽ تربيت لاءِ صلاح پڇيم. پاڻ فرمايائون تہ اهو تہ پنهنجو پراڻو پلئن هو، هن وقت آءٌ پوريءَ طرح تندرست نہ رهڻ ڪري عملي طرح ڪارآمد ٿي نہ ٿو سگهان، ليڪن منهنجون دعائون اوهان سان آهن.

ان کان پوءِ اڪثري ساڻن ملي ڪارگذاريءَ جي رپورٽ پيش ڪندو رهندو هوس. بزم صوفياءِ جا خطبا بہ کين موڪليندو هوس.

---

# فصل چوٿون

## سندن کي تحريرون

(1) (انگريزي مان ترجمو)

[3 - مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جي نهراءَ پيش ڪرڻ وقت تقرير ڪرڻ واسطي ڪين مضمون لاءِ عرض ڪيو هوم- جنهن ۾ پاڻ هيٺيون مواد مون کي ڏنائون.]

بر صغير هند جاگرافيائي طرح هڪ ملڪ شمار ڪري نٿو سگهجي. هندستان جي جاگرافيائي وحدت جو اڪثر ذڪر ڪيو وڃي ٿو، ليڪن ان کي هڪ ملڪ سڏڻ حقيقتن جي برعڪس ٿيندو. انگلنڊ ته ڇڏيو، جيڪڏهين يورپ کي انهيءَ نقطي نگاهه کان هڪ ملڪ سڏبو، ته مثال نهڪي ايندو. پر يورپ به هينئر مختلف قومن جو مجموعو آهي. جي اجا گڏجي فيڊريشن جي درجي تي ئي پهچي نه سگهيون آهن. هتي جيڪڏهين گجرات ۽ سنڌ جي صوبن جا مثال ونبا، ته حقيقتن تي پوري روشني پئجي ويندي. باوجود ٻنهي جي سرحد مشترڪ هئڻ جي، هڪ صوبي مان ٻئي صوبي ۾ پهچڻ تي 28 ڪلاڪ لڳي وڃن ٿا. ڇاڪاڻ جو سندن وچ ۾ هڪ وڏو رڻ پٽ حائل آهي. ٻئي طرف فرانس ۽ جرمنيءَ جو مثال ونبو، ته معلوم ٿيندو ته فرانس مان جرمني پهچڻ ۾ صرف 5 منٽ لڳندا.

متئين مثال مان ئي پتو پئجي سگهندو ته جاگرافيائي وحدت جو دليل ڪيتري قدر غلط ۽ بي بنياد آهي.

هندستان برصغير تي سگهي ٿو. يورپ، آفريڪا اتر ۽ ڏکڻ آمريڪا جا مثال ئي ساڳس پوري مشابهت رکي سگهن ٿا. انهيءَ هندستاني جاگرافيائي وحدت واري دليل جي بنياد تي يونائٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا حق بجانب رهندي، جيڪڏهن اها هيءَ تقاضا ڪري ته ڪئناڊا ۽ ميڪسيڪو، جي جاگرافيائي طور هن سان مليل آهن، سي هن سان شامل ڪيا وڃن. اهڙي طرح ارجنٽائين، پيرو ۽ چليءَ کي هڪٻئي کان جدا رهڻ لاءِ ڪي سبب ڪونه رهندا. ڪئناڊا ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس جا رهاڪو نه صرف ساڳئي نسل جا آهن، پر ٻولي به هڪ ڳالهين ٿا. مذهب هڪ اٿن. لباس، رسمون ۽ رواج سندن ساڳيا آهن. ادب ساڳيو اٿن. پاڻ ۾ مٿي مائٽيءَ رستي گڏجي سگهن ٿا. جاگرافيائي طرح پڻ هڪٻئي سان لاڳو ۽ مليل آهن. ليڪن باوجود انهن ڳالهين جي، ڪئناڊا پنهنجي جداگانه قومي هستي قائم رکيو وينو آهي. ساڳيءَ طرح ڏکڻ آمريڪا جون مٿي ذڪر ڪيل قومون جي هڪ ئي جاگرافيائي خطي ۾ رهن ٿيون، سي گهڻو ڪري اسپيني نسل جون آهن. ٻولي ساڳي اٿن. ويس ساڳيو اٿن. مٿي مائٽيءَ ۾ گڏجي سگهن ٿيون. انهن ۾ ظاهري ڪابه اهڙي ڳالهه نه آهي، جا هڪٻئي کان مختلف هجي. ته به هو پنهنجي نموني جدا رهڻ کي پسند ڪن ٿا ۽ منجهن ڪابه اهڙي نشاني ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي جو هو فيڊريشن ناهڻ يا گڏجي رهڻ لاءِ تيار هجن. ساڳي حالت چين ۽ سائبيريا جي آهي. جاگرافيائي طور هڪٻئي سان نزديڪ، نسل به ساڳيا اٿن. تڏهين به سائيبريا چين سان گڏجي رهڻ جي عيوض يورال جبلن جي ٻئي طرف واري ملڪ رشيا سان ئي ڳنڍيل آهي.

انهن مثالن کي نظر ۾ رکندي صرف جاگرافيائي وحدت کي متحده قومي وجود لاءِ دليل نهرائي نٿو سگهجي.

هاڻ اچو ته خود لفظ نيشن جي معنيٰ تي غور ڪريون. لفظ "نيشن" 'نيٽس' ڌاتوءَ سان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ ڄاول ٿيندي، جنهن جو لاڳاپو "اصل ۽ نسل" سان آهي. اهو ثابت ٿيل امر آهي ته جرمن ۽ سلووڪ ماڻهو ساڳئي نسل جا آهن. شارليمئن جي فرانس ۾ ٻيئي شامل هئا. آءُ مٿي ٻڌائي آيو آهيان ته فرانس ۽ جرمني جاگرافيائي طور هڪ ملڪ ٿيڻ گهرجن. ساڳي حالت سندن نسل بنسبت آهي. زبان جي نقطي نگاه کان، سندن زبانون

انڊوجرمنڪ يا انڊويوروپين گروپ مان آهن. انهن ٻنهي ملڪن جي هڪ جمهوري حڪومت نهي سگهي ٿي. پر جرمن توڙي فرانس ڪڏهين به اها ڳالهه قبول نه ڪندا؟ وڌيڪ اوهان کي ياد ڏياريندس ته فرينچ ادب ٻن صدين تائين، جرمنن پڙهيو ۽ پسند ڪيو. جرمن زبان جي ادب کي ترقي ڏيارڻ ۾، فرينچ ادب جو وڏو حصو آهي. جهڙيءَ طرح فرينچ ادب جرمنيءَ ۾ عام جام پڙهيو ويندو هو، اهڙيءَ طرح جرمن فلاسافي فرانس جي يونيورسٽين ۾ صدين تائين پڙهائي ويندي هئي. هو مٿيءَ مائٽيءَ ۾ گڏجن ٿا. رسم و رواج اڪثري ساڳيا اٿن. انهيءَ هوندي به جيڪڏهين جمهوري طريقي حڪومت ۾ انهن کي ملائڻ جي ڪوشش ڪبي، ته ان جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو ته ٽن ڪروڙ فرينچن کي 8 ڪروڙ جرمن ويڙهي ويندا ۽ وري ٿوري وقت کان پوءِ فرينچ هستي وڃائي ويهندا.

ممڪن آهي ته ڪي ماڻهو هي ٻن باهمي مخالف قومن جو مثال نيڪ نه سمجهن، ته ڪين هالنڊ، بيلجم، سوئيڊن ۽ ناروي جو مثال ياد ڏياريندس.

يورپ جي تاريخ تي هڪ سرسري نظر ڊوڙائڻ سان پتو پئجي سگهندو ته جمهوريت ۽ نيشنلزم ان کي اتحاد ۽ ميلاپ طرف ڇڪڻ جي عيوض جدائيءَ ۽ جداگانه هستين قائم ڪرڻ طرف پئي گهليو آهي.

نئشنل ۽ جمهوري حڪومتن ۾ زوريءَ جو ڳانڍاپو ڪا معنيٰ ئي نٿو رکي. صرف باهمي سمجهوتي ۽ مسلسل لاڳاپن جي ذريعي ئي دائمي اتحاد قائم ٿي سگهي ٿو. نئشنلزم جي اثر هيٺ ملڪن ۾ معاشرتي لاڳاپا به پوريءَ طرح قائم ٿي نه سگهيا آهن- هر جنسيت ۽ هڪ قوميت ته اجا پري رهي.

فطري قانون پٽاندڙ انساني اتحاد جي ترقي مقرر حد کان مٿي تيز نه ٿي سگهندي، جيڪڏهين انهيءَ درمياني عرصي کي جو قومن ۾ ميلاپ ۽ سمجهوتي لاءِ ضروري آهي، مصنوعي طريقن سان گهٽ ڪبو، ته بجاءِ فائدي جي نقصان ڪار رد عمل پيدا ڪندو. ميوي کي درخت ۾ پچڻ کان اڳ ڪٽو تيٽو پوي ٿو. جيڪڏهين ڪو ماڻهو ان کي قبل از وقت منو ۽ پڪو ڪرڻ گهرندو ته اهو سندس فطري مناس کي ماري ڇڏيندو.

اختلاف جيتوڻيڪ اڻ وڻندڙ ڳالهه آهي. ليڪن ترقيءَ جي راه ۾ مقابلي جو هئڻ ضروري سمجهيو وڃي ٿو. ڪليل مقابلي کان سواءِ مصنوئي اتحاد جو پيدا ڪرڻ قومي زندگيءَ ۾ جمود ۽ موت پيدا ڪرڻ جي برابر ٿيندو.

متي ذڪر ڪيل جاگرافيائي، معاشرتي، اقتصادي، مذهبي ۽ سياسي طور هڪجهڙن مائٽن جي تاريخ تي سرسري نظر ڊوڙائڻ بعد معلوم ٿيو ته باوجود نسلي هم جنسيت جي به هو هڪ قومي قالب ۾ سمائجي نه سگهيا آهن.

هاڻ اچو ته هندستان جي حالتن تي نظر ڊوڙايون. مون اڳ ۾ هندستان جي صرف ٻن صوبن گجرات ۽ سنڌ جو مثال پيش ڪيو هو، ته هنن کي هڪ جاگرافيائي خطو ليکي، هڪ قوم شمار ڪرڻ ڪيڏو نه ڏکيو ڪم آهي. ته پوءِ بنگال، وچن علائقن، مدراس وغيره جي مشابهت ڪرڻ ته اجائي زياده مشڪل مسئلو ٿي پوندو، جتي جا رهاڪو هڪٻئي جي زبان به سمجهي نٿا سگهن.

هاڻ جيڪڏهن اسان انهن جي مذهبي نقطي نگاه کان پيٽ ڪنداسون، ته معلوم ٿيندو ته انهن مان هڪ فرقو ٻئي سان سوشل تعلقات به رکڻ نٿو گهري. گجراتي برهمڻ جو نه صرف لباس مسلمان کان علحده آهي، پر جيڪڏهن مسلمان جو هٿ يا صرف پاڇو ان جي کاڌي تي پوي ٿو، ته اهو کائڻ جي عيوض اجلائي ڇڏڻ کي زياده پسند ڪري ٿو. پاڻ ۾ مائٽيون ڪرڻ ته وڏو مشڪل ڪم آهي. پنگتي جدائي هنن ۾ هڪ عام قبول ڪيل اصول ٿي ويل آهي. ان ۾ ئي هن وقت سندن باهمي امن امان جي ضمانت آهي. منجهن هڪٻئي جي ويجهو اچڻ يا پنگتي ملاوت جي ڪوشش رد عمل جي طور، پاڻ منجهن باهمي فسادن جي صورت پئي اختيار ڪئي آهي. ڪو پڇي ته سندن اختلافن جو بنيادي وجهه ڪهڙو آهي، ته ان جو جواب ملڻ ڏکيو ڪونه ٿيندو. هن زماني ۾ اسان جن ڳالهين کي نظرين جي نالي سان سڏيون ٿا، تن کي اڳئين وقت ۾ مذهب نالو ڏنل هو. جماعتون به اڳي مذهبي نقطي نگاه کان نهنديون هيون.

يورپ جا ترقي پسند عناصر ۽ جديد خيالن جا حامل، گهڻين قربانين ۽ تڪليفن کان پوءِ، انهيءَ مذهبي تنگ خياليءَ جي پيڊ پاون کان، مس پاڻ ڇڏائي سگهيا آهن.

ليڪن پنتي پيل ملڪن جا قدامت پسند فرقا، اجا تائين فرقه بندي ۽ پنگتي پيڊ پاون ۾ ڦاٿا پيا آهن ۽ دنيا جي ارتقائي رفتار ۾ پوئتي رهجي ويا آهن.

هتي جي قدامت پسنديءَ جو ثبوت ان مان ملندو تہ ٻڌ ڌرم، جو هندن جي مذهب ۾ هڪ ارتقائي قدم هو، جو سوسائٽيءَ جي گهٽين خامين کي مٽائي اڳتي وڌائي سگهيو ٿي، تنهن کي هتان جي قدامت پسند گروه قبولڻ جي عيوض، مخالفت ڪري تڏي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ ان وڃي سيلون، برما، چين ۽ تبيٽ ۾ پناهہ ورتي. جاهل برهمڻ اڃا تائين چون ٿا تہ گوتم ٻڌ هندو ڌرم کي ختم ڪرڻ آيو هو.

بنيادي طرح برهمنزم نان - مشنري ۽ قدامت پسند مذهب رهيو آهي. سندن چوڻ مطابق برهمڻ، صرف ڄمي پيدا ٿيندو آهي. ٻين مذهبن مان شد ٿي برهمڻ بڻجي نٿو سگهي. ڪوبہ ماڻهو کيتريون بہ سرويتيون يا سمرتيون ڪٺي ڇاڻندو هجي ۽ نسل بہ آريي مان ڇو نہ هجي، پر نہ برهمڻ ۽ نہ کتري ٿي سگهي ٿو. البت ويش يا شودر ٿيڻ لاءِ رستا ڪليل اٿس.

جڏهين ڪنهن نسل يا فرقي جو جوڙجڪ اهڙو محدود ۽ سخت نهيل هجي، جو ان ۾ ڦير ڦار جي گنجائش نہ هجي، تہ جيستائين انهن حالتن ۾ تبديلي نہ آئي آهي تيستائين اتي جمهوري ۽ نئشنل حڪومت جو نهڻ ۽ آسانيءَ سان ان تي عملدرآمد ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي.

هاڻ اچو هندستان جي ٻن مکيہ مذهبن، هندو ڌرم ۽ اسلام تي بحث ڪري ڏسون تہ اهي پنهنجن پوئلڳن کي گڏي هڪ قوم بنجڻ لاءِ ڪيتري قدر پاڻ وٽ گنجائش رکن ٿا. انهن جا رسم و رواج، ادب ۽ اقتصادي نظريا علحده آهن. مسلم فلاسافي انسان کي آزاد فرد تسليم ڪندي، هن کي زندگيءَ جي راهہ ۾ ترقي ڪرڻ لاءِ ڪشادي ميدان ۽ آزاد عمل جو سبق ڏئي ٿي. ٻئي طرف هندو فلاسافي "ڪرم" جي نظريي ۾ اعتقاد رکندي، فرد جو دائرهٔ عمل محدود رکندي اچي ۽ کيس گذريل ڪرمن جي محتاج رهڻ جو درس ڏئي ٿي.

مسلم فلاسافي جماعت ۾ فرد جي فردن سان مساوات ۽ برادريءَ جي اصول تي تعلقات قائم ڪرڻ جي حامي آهي. هندو فلاسافي انسان ذات ۾ مختلف ارتقائي درجن جي حقيقت کي تسليم ڪندي، انهن کي ڪاروبار ۽ عمل ۾ سهوليت خاطر ڇئن درجن يا جاتين ۾ ورهائڻ کي وڌيڪ ڪارآمد ٿي سمجهي. ايتري قدر جو ڀڳوت گيتا جهڙو ڪتاب لکي ٿو تہ "جڏهين جاتين جا فرق ختم ٿيندا (يعني ڪلاس - ليس سوسائٽي نهندي)، " تہ ڌرم ختم ٿي ويندو."

مذهبي فلاسافيءَ جي نقطہ نگاہ کي هڪ طرف ڇڏي جيڪڏهين پنگتي خيال سان ان مسئلي تي غور ڪنداسون، تہ باوجود هڪ هزار سال هڪٻئي سان گڏ رهڻ جي، اهي پنگتي طور هڪٻئي کان جدا تيو بينا آهن. نہ پاڻ ۾ مٽي مائٽي ڪن ٿا، نہ ڪائين پين ٿا. مسلمان جو پاڇو بہ اچا ڪن جي بدن يا ڪاڏي کي پليت ڪريو ڇڏي. سندن ڪاڏي جي اها حالت آهي، جو هڪ شيءِ جي هڪ ذر وٽ اجازت آهي تہ ٻيءَ وٽ منع آهي.

اهي اختلاف سندن روزمرہ جي زندگيءَ تي اثر ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهن. سو جيستائين ٻنهي مذهبن جي عوام مان مذهبي ڪٽر پڻو گهٽ نہ تيو آهي، ان وقت تائين انهن جو گڏجي هڪ قومي قالب ۾ سمائجڻ مشڪل پيو نظر اچي.

پروفيسر رينان، جو نيشنلزم جي موضوع تي ماهر سمجهيو وڃي ٿو، تنهن جو چوڻ آهي تہ "قوميت هڪ روحاني ۽ نفسياتي جذبات تي ٻڌل حقيقت ٿئي ٿي. هر جنسيت جو خيال ٿي مختلف فردن کي هڪٻئي جي نزديڪ آڻي ٿو. اها هر جنسيت بہ - ذاري تلوار مثال آهي، جا جيڪڏهين ڪن کي حقيقتن جي بنياد تي گڏي ٿي، تہ ڪن کي هڪٻئي کان ذاريون ثابت ڪري جدا ڪري ٿي."

عام طرح اچڪلهہ ائين چوڻ ۾ پيو اچي تہ عوام لاءِ اقتصادي مسئلو بنسبت مذهبي ۽ پنگتي نظرين جي زيادہ اهميت رکي ٿو ۽ انهيءَ مسئلي کي پوريءَ طرح سلجهائڻ سان فرقيوار سوال از خود ختم ٿي ويندا. ليڪن سماج جي موجودہ ذهني ۽ پنگتي پست حاليءَ ۾ انهيءَ مسئلي جو ترت حل نظر ڪونہ ٿو اچي.

جيڪڏهين اسان جو آخري مقصد هڪ آزاد ۽ ترقي يافتہ متحدہ قوم بنائڻ جو آهي، تہ ان جو بهتر ذريعو هي آهي تہ هندن ۽ مسلمانن کي سندن اڪثريت وارين ايراضين ۾ سندن ڪلچر، فلاسافي ۽ روايت جي مدنظر، ترقي ڪرڻ لاءِ مناسب موقعا ۽ سهوليتون ملڻ گهرجن، تہ پوءِ اڳتي هلي، هو خوشنما مرڪب جو مجموعو بنجي پوندا. ليڪن ڪوبہ عارضي ۽ زبردستي جو مڙهيل اتحاد نہ صرف ڪين قبول نہ پوندو، بلڪ رد عمل پيدا ڪري منجهن زيادہ اختلاف پيدا ڪندو.

(2)

[26 - ڊسمبر 1943ع آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪراچيءَ واري ساليانہ اجلاس وقت استقباليہ ڪميٽيءَ جي صدارتي خطبي ۾ قاضي صاحب هينئين طرح مواد ڏنو.]

فطرت هن زمين جو ماضي نهايت شاندار ڪيو هو ۽ اسان کي اميد آهي تہ ان جو مستقبل بہ اهڙوئي روشن ٿيندو.

ڪيترين ڳالهين ڪري هن زمين جي تاريخ بي نظير پئي رهي آهي. اها قديم تهذيبن جو آشيانو هئي، جنهن جي ثابتي موهن جي دڙي جي آثار قديمہ مان ملي سگهي ٿي. هيءَ ئي سرزمين آهي، جتي دنيا جا ڪيئي نسل گڏجي ملي جلي ويا. دراوڙ، آريا، سامي، منگول نسلن جا نشان هتي آسانيءَ سان ڳولي سگهبا. نہ صرف نسلن جو ميل جول هن زمين ۾ ٿيو، ليڪن مختلف مذهبن ۽ انهن جي فلاسافين جو هڪٻئي تي اثر ۽ ميلاپ پڻ هتي جهڙو ٻيءَ جاءِ تي ڇِٽو ٿيو هوندو. ٻڌ ڌرم جيتوڻيڪ وچ هندستان ۾ پيدا ٿيو، ليڪن اهو وڌيو ويجهيو هن سر زمين ۾. هتي جي رهاڪن مهاتما گوتم جو نفيءَ وارو سبق اجا نہ وساريو آهي. جڏهين اسلام هن سر زمين ۾ پير پاتو، تہ ٻڌ ڌرم اجا مروج هو. اسلام صرف اڳينءَ تعليم ۾ اثبات جو اضافو ڪيو. ويدانيت ۽ وحدانيت جا فلسفا ۽ متا هتي ئي هڪٻئي تي اثرانداز ٿيا. هڪ طرف وحدانيت هندو يوگيءَ تي اثر وڌو ۽ بت پرستيءَ کي گهٽايو، تہ ٻئي طرف مسلم درويشن سنياس مان سبق ورتا ۽ راڳ کي تصوف جو جزو بنايو. هندو مسلم عقيدا باهمي سمجهہ ۽ رواداريءَ سان هڪٻئي جي نزديڪ اچڻ لڳا. گرو نانڪ جي سکيا انهي ميل جول جي نچوڙ جو مکيہ مثال ۽ نتيجو آهي.

مسلم صوفين هن ملڪ ۾ شاهه لطيف جي سرڪردگيءَ هيٺ، مذهبن جي بنيادي اتحاد جو پرچار ڪري، مختلف مذهبن جي پوئلڳن ۾ محبت ۽ رواداري پيدا ڪئي، جنهن جو عملي ثبوت هتي جي هندو مسلم رهاڪن جي باهمي خوشگوار تعلقات مان ملي سگهندو.

هندستان جي ٻين حصن وانگر، ڇوت ڇات جو مرض سنڌ ۾ ڳوليو به نه لڀندو. قدرت هن ملڪ کي واپار جي ذريعي، جنهن جو مرڪز ساموندي رستي ديبل جو بندر هو ۽ خشڪيءَ رستي بخارا ۽ سمرقند هو، دنيا جي گهڻي حصي سان ڳنڍي ڇڏيو هو. جنهن ڪري واپار سان گڏ، مختلف ملڪن جون تهذيبون هڪ ٻين تي هن ملڪ ۾ اثر انداز ٿيون.

هن ملڪ جي زرخيزيءَ گهڻن ئي نسلن کي هتي لڏي اچڻ لاءِ ترغيب ڏني، جن اچي ان کي پنهنجو وطن بنايو. ان بابت آثار قديمه ۽ تاريخي ڪتاب ڪافي معلومات ميسر ڪن ٿا. سياسي نقطي نگاه کان هيءَ زمين ڪيترين ئي ڌرين جي ان تي قبضي حاصل ڪرڻ لاءِ، ميدان ڪارزار پئي رهي آهي. هن سر زمين جي شادابيءَ ڪيترن ئي طاقتور قبيلن کي هن طرف اچڻ لاءِ حرصايو. پوءِ کي ان کي ڦري لٽي موٽي ويا ٿي، ته ڪي وري هتي رهي پيا ٿي، ۽ موٽي وڃڻ تي دل نه پئي ٿين. اهڙيءَ طرح هر دور ۾ هتي نوان نسل تازي رت ۽ تازي ولولي سان آباد ٿيندا پئي رهيا آهن. سرسري نظر وجهڻ سان هتي بابل، مصر، ايران، يونان، عرب ۽ افغانستان جا سياسي ۽ ڪلچرل اثر زياده نمايان صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندا.

هن زمين جي قديم شان شوڪت جو ذڪر، صرف معزز مهمانن جي حافظي تازي ڪرڻ جي ارادي سان ڪونه ٿو ڪجي، ليڪن اصل متصد هن سر زمين جي روشن مستقبل بابت. چند تجويزن پيش ڪرڻ جو آهي.

انسانذات ابتدائي زماني کان وٺي، مختلف ارتقائي دور طي ڪندي، آخري متصد انساني وحدت خيال ۽ عمل طرف وڌي رهي آهي. اُن جي مختلف گروهن جي مذهبي، سياسي ۽ اقتصادي تحريڪن ۽ ڪوشش ان منزل مقصود کي پهچڻ لاءِ جدا جدا طريقن ۽ واٽن جو ڪم پئي ڏنو آهي. تاريخ جو هر ورق ان ارتقائي جدوجهد جي مثالن سان ڀرپور آهي. شروعات ۾ ماڻهو ننڍن ننڍن

ڪٽنبن ۾ ورهايل هئا. ٿوري وقت گذرڻ بعد اهي ڪٽنب وڌي ويجهي، قبيلن جي صورت اختيار ڪري ويا. آخر اهي قبيلا ملي قومون بڻيون.

ماڻهن جي وچ ۾ باهمي اتفاق ۽ ميلاپ جا مختلف بنياد پئي رهيا آهن. جاءِ رهائش، زبان، زندگيءَ جو طريقو ۽ خيالات انهن مان مکيہ آهن.

جيئن وقت گذرندو ويو. تيئن هن باهمي اتفاق ۽ ميلاپ جي پيدا ڪرڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ، مادي طريقن جي بنياد جي اهميت گهٽ ٿيندي ويئي ۽ مختلف نمونن ۾ باهمي اتفاق لاءِ خيالات جي بنياد جي اهميت وڌڻ لڳي.

سگهوئي عرب جي سر زمين مان پيدا ٿيل آواز، نئين سر خيالات جي بنياد تي، اتحاد انساني جي تعمير ۾ تازو روح ڦوڪيو. انهيءَ ڪري نسل، رنگ، طريقہ زندگي، جاءِ رهائش، زبان وغيره پنهنجي طاقت وڃائڻ لڳا. جيتوڻيڪ ابتدائي جوش ۾ اهو آواز دنيا جي مختلف حصن ۾ پکڙي اثر پذير ٿيڻ لڳو، ليڪن ٿوري وقت گذرڻ بعد ماڻهو بهرحال قديم مادي طريقن طرف موٽڻ لڳا. بين ڪي ڇڏي خود مسلمانن ۾ ساڳين مادي تفاوتن ويڇو وجهڻ شروع ڪيو. ٻئي طرف مغربي ملڪ وري مادي بنياد تي پيدا ٿيل نئشنلزم جي باهمي جنگ و جدال مان ڪڪ ٿي، امن عالم قائم ڪرڻ جي خيال ڪان، ڪنهن بين الاقوامي جوڙجڪ جي ڳولا ۾ آهن، جنهن جو بنيادي مدار مادي طريقي اتفاق ڪان مٿي چڙهي، ڪن نظرياتي طريقن تي منحصر هجي. "آئيديالاجيز" يعني نظريات اڄ ڪلهہ چوطرف فيشن بنبا وڃن، پر اهي نظريا اهڙا ناقص آهن، جو اهي امن آڻڻ جي عيوض مورڳو زياده فساد جا ڪارڻ بنجي پيا آهن. جزوي حل، جدا جدا نالن ۾، عارضي عرصي لاءِ مستعد رهڻ ڪان پوءِ تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي پرڪجڻ بعد ازخود بيڪار بنجيو پون.

جيتوڻيڪ عالمگير برادري ۽ اتحاد جي ابتدا شروع ٿي چڪي آهي، ليڪن جيستائين مختلف سياسي، اقتصادي ۽ مذهبي نظرين جي اختلاف متائڻ لاءِ حل ڳولي نہ لڌو ويو آهي، دنيا ۾ دائمي امن ۽ ماڻهن ۾ حقيقي اتحاد قائم ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي. انهيءَ حل ڳولي لهڻ لاءِ خاص ماحول ۽ تاريخي روايتن هيٺ ذهني تربيت جي حاصلات هڪ لازمي شرط آهي.

انهيءَ مشن جي سر انجاميءَ لاءِ سنڌ ديس جا رهاڪو زياده موزون آهن. قديم تاريخ جا دفتر ان جا گواهہ آهن تہ ڪيئن نہ هتي مختلف نسل، تهذيبون، مذهبي فلسفا ۽ سياسي طريقا ملي جلي يڪرنگي اختيار ڪري سگهيا آهن.

دنيا جي نئين تعمير لاءِ، جنهن ۾ مشرق ۽ مغرب جا ويچا منجهي هڪ وحدت ۾ گڏجڻا آهن، سر زمين سنڌ کي خاص پيغام پيش ڪرڻو آهي. مون کي هن اندوڪار جي زماني ۾ بہ ڪي روشنيءَ جا ترورا نظر اچي رهيا آهن. هن جسماني ولوڙ بعد ذهني مکڻ هتان ئي نڪرڻو آهي.

جيڪڏهين رشيا ۽ آمريڪا، باوجود مختلف سياسي ۽ اقتصادي متصدن ۽ مرادن جي گڏجي ڪم ڪري سگهن ٿا، تہ ان ۾ ڪهڙي ڏکيائي آهي، تہ ملڪ خضر حيات ۽ چوڌهري ڇوٽو رام گڏجي ڪم ڪري نہ سگهن. سنڌ جا رهاڪو نہ صرف هندستان جي اتحاد جا طالبو آهن، بلڪ اتحاد عالم ۾ اعتقاد رکندڙ آهن. پر انهيءَ جي حاصل ڪرڻ لاءِ، طريقا عارضي ۽ مصنوعي ڪتب آڻڻ بدران باهمي سمجهوتي، تاريخي حالات ۽ ضروريات پٽاندڙ اختيار ڪرڻا آهن.

خدا اسانکي شل سنئين راهہ ڏيکاري. پرجيڪڏهين سر زمين سنڌ جا رهاڪو هندستان جي صوبن جي تنگ نظريءَ کان پاڻ بچائي ڪو حل ڳولي نہ سگهيا، تہ ان جو نتيجو باهمي نفاق ۽ خطرناڪ صورتن ۾ نمودار ٿيندو.

مون کي اميد آهي تہ سنڌ جي رهاڪن جي ڪثرت بيدار ٿي، دنيا جي تعمير نو ۾ حصي وٺڻ خاطر، انهن غلط ۽ نقصان ڪندڙ خيالن کان پاسو ڪندي.

---

(3)

(انگريزي مان ترجمو)

[شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، ڪاليج شاگردن جي سامهون نومبر 1944ع ۾ هڪ ليڪچر ڏنو، جو پوءِ "هندستان جي سياسي مسئلن تي هڪ نظر" جي نالي سان علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب جي هيٺئين تعارف سان رسالي جي صورت ۾ ڇپيو.]

منهنجي مصنف دوست مون کي مهرباني ڪري، سندس تقرير جي پيش لفظ لکڻ لاءِ جنهن وقت چيو، ته آءٌ ان کان انڪار ڪري نه سگهيس. مون کي اميد هئي ته جنهن صورت ۾ هي شاگردن ڏي خطاب هو، انڪري ضرور علمي بحث هوندو ليڪن مون کي نراسائي ٿي، جڏهين معلوم ٿيم، ته ان ۾ نوس ۽ علمي سياسي تجويزون ڇاٽـايل هيون. غلطي منهنجي هئي. مون کان وڌيڪ ٻئي ڪنهن کي پتو هئڻ گهرجي ها ته مصنف سنڌ ۽ هندستان جي سياسي معاملن سان، مسلسل تيهن سالن کان واسطو رکندو آيو آهي. هي حقيقت پسند سياستدان هو ۽ اسان مان گهڻن وانگر خواب جي دنيا ۾ رهندڙ نه هو.

سياسي دنيا ۾ هي پنهنجو زاويه نگاهه چوندي، باوجود مشڪلاتن جي ان کي ڇهنيو آيو آهي. آخر ۾ صبر ۽ استقلال هن کي، صوبي سنڌ جي مالي وزارت جون واڳون سونپيون.

اول ۾ مون کي پنهنجي پوزيشن صاف ڪرڻي آهي. مون ڇـاڻي واڻـي هندستان جي سياسي مسئلن کان پاڻ کي ٻاهر پئي رکيو آهي. ڇاڪاڻ ته سياست ڏي نه لاڙو اٿم ۽ نه ان لاءِ ڪو وقت ئي هوم. اهو آهي منهنجي تعارف جو تعارف.

هن سياسي مفڪر جي نقطي نگاهه کان ان مسئلي جا ٻه مکيه جزا رٿيا ويا آهن:

(1) پهرئين ۾ ملڪ جي سياسي يڪجهتيءَ جي لاءِ لساني بنيادن تي مدار رکيو ويو آهي.

(2) ٻئي ۾ ملڪ جي موجوده سياسي حالات ۽ آئيني مشڪلاتن جي حل لاءِ صوبائي خود مختياريءَ کي موثر طريقو تجويز ڪيو ويو آهي.

ان ۾ جنهن مکيه ڳالهه جو اظهار ڪيو ويو آهي، سا هيءَ آهي ته آل انڊيا سياسي جماعتن جي ليڊرن جي آمرانه رويي اڳيان، سر تسليم خم ڪرڻ کان انڪار ڪيو وڃي.

سندس تجويز ۾ بيان ڪيل پهريون اصول بنيادي نقطو آهي، جنهن سياسي مفڪرن ۽ عالمن جو توجهه افلاطون کان وٺي اڄ تائين ڇڪايو آهي. ان جي معنيٰ اها آهي ته رياست جي يڪجهتيءَ لاءِ، ڪن بنيادي اصولن جي ضرورت پوي ٿي. ٻيءَ صورت ۾ حڪومت تشدد کان سواءِ رضاڪارانه طور قائم رهي نه سگهندي.

اڳين سياسي مفڪرن مان افلاطون سڀ کان اول ان ڳالهه جي ضرورت محسوس ڪندي، تجويز ڏني هئي ته رياست جي شهرين ۾ اتحاد ڪنهن نظريي (مذهب) جي بنياد تي قائم ڪرڻ گهرجي. هي ان سلسلي ۾ ان حد تائين ويو هو ته حاڪمن کي پنهنجو نظريو (مذهب) پيدا ڪري ٻه ماڻهن کي ان جو قائل ڪرائڻ گهرجي، پوءِ ذاتي طور ڪٿي ان نظريي ۾ سندن ايمان يا اعتبار نه ٻه هجي. سندس لفظن ۾ جيڪڏهين اها ڳالهه پيش ڪجي ته ان جو مطلب اهو نڪرندو ته ”حاڪمن کي ماڻهن سان ڌوکيبازي ڪرڻي آهي.“

اسان جي زماني ۾ برنارڊشا افلاطوني نقطي نگاهه تي سندس ڪتاب ”بئڪ ٽوميٿوسلا“ جي تمهيد ۾ تبصرو ڪندي لکيو آهي ته ”اسان جي سياسي مدبرن کي ڪنهن ٻه طرح مذهب (نظريو) ايجاد ڪرڻ گهرجي، ۽ جنهن صورت ۾ اسان هر بالغ کي ووٽ جو حق ڏنو آهي، انڪري اهو مذهب (نظريو) ٻه بازاري هئڻ گهرجي.“ اهو خيال پهرين مٿوملس ظاهري ڪيو هو ته ”خدا آهي ئي ڪونه. پر اها ڳالهه چند ماڻهن تائين محدود آهي.“

هن وقت تائين اهو طريقو مٿاهين طبقي جي مدبرن ۽ سفيرن پٺي ڪتب آندو آهي، پر هاڻ شايد گهڻي وقت تائين ڪتب اچي نه سگهندو، ڇاڪاڻ ته جنگ کان پوءِ تهذيب کي.وري زنده ڪرڻ ڪو معمولي ڪم نه ٿيندو.

برناردشا افلاطون کان ان ڳالهہ ۾ اختلاف ڪري ٿو. ۽ چوي ٿو تہ ”اهو بهتر ٿيندو تہ خدائي تخت خالي ڇڏي ڏجي، بجاءِ ان جي جو ان تي هڪ ڏوڪي ۽ جهادت جو مجسمو وهاريو وڃي.“

ان تي وڏيڪ صفائيءَ سان ذڪر جديد علم معاشره، فلاسافيءَ ۽ تاريخ جي مجدد ابن خلدون ڪيو آهي. هو 15 صدي عيسويءَ ۾ سندس مقدمي ۾ لکي ٿو تہ:

”رياست (ملڪ) جو جوڙجڪ، ان جي يڪ وجودي، طاقت ۽ استحڪام، عصبيات (چند بنيادي لاڳاپي پيدا ڪندڙ جزن) تي مدار رکي ٿو.“ هن صاف سائنسي بنيادن تي ڪي رايا پيش ڪيا آهن. ڪي لاڳاپا پيدا ڪندڙطاقتون، جي جدا جدا مواد کي ڳنڍڻ جو ڪم ڏين، سي بنيادي اصول شمار ڪري سگهجن ٿا. حڪومت ۽ اقتدار جي حاصل ڪرڻ لاءِ قبيلائي، نسلي، شهري، باهمي مفاد، هم خيالي يا اعتقاد جي يڪ وجودي مکيہ لاڳاپا شمار ڪري سگهجن ٿا.جيتري قدر لاڳاپا مضبوط هوندا اوتري قدر اُهي جدا جدا مواد کي گڏ ڪري سگهندا. جيتري قدر يڪ وجودي زياده هوندي، اوتري قدر حڪومت طاقتور ٿيندي. ابن خلدون جي نظريي کي مڪمل ڪرڻ لاءِ هيٺئين اضافي جي ضرورت آهي- ”آخر ۾ هر هڪ ملڪ کي فيصلو ڪرڻو آهي تہ ڪهڙي قسم جي ڳنڍيندڙ قوت (عصبيت) وڌيڪ ڪارگر ٿي سگهندي، ۽ ان جو مدار انسانذات جي مختلف ارتقائي دورن ۽ جدا جدا ملڪن جي ماڻهن جي تاريخي روايات تي رهندو.“ دائمي غيرفاني فطري قانون هن عجيب غريب مسئلي تي بہ حاوي آهن، جهڙيءَ طرح بين جسماني ۽ ذهني مسئلن تي بہ حاوي رهن ٿا. بهترين مدبر اهو آهي، جو ماضيءَ کي پوري طرح سمجهي سگهي. حال جون ضرورتون ۽ امڪان پروڙي ۽ مستقبل بابت ذهن صاف رکي ۽ پوءِ ان مطابق عصبيت (لاڳاپا) چونڊي. اهوئي طريقو فطري ٿئي ٿو ۽ اهوئي زماني جي تقاضا مطابق ٺهڪي اچي ٿو. سياسي مدبر کي هيءَ ڳالهہ ڪڏهين بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ صحيح عصبيت (لاڳاپي) جو ڳولي لهڻ پائدار رياست جي جوڙجڪ جو بنيادي اصول آهي. ان ۾ سهوليت سان حڪومت هلائڻ جو راز لڪل رهي ٿو. انسان دوست ماڻهو، جيڪو عالمي اتحاد جو خواهشمند آهي، سو شايد لساني اتحاد کي حقارت آميز نظر سان عصبيت جو صرف هڪ جزو سمجهي. پر ان کي هيءَ

ڳالهہ نظر مان ڪڍڻ نہ گهرجي. تہ جيتوڻيڪ قوم پرستي يورپ ۾ هڪ سو ورهيہ اڳ مروج ٿي، پر اڄ جرمني وري قوم پرستي ڪي ڪمزور ۽ عمل ۾ نہ اچڻ جهڙو ڇاڻي، نسل پرستيءَ ڏي موٽي رهي آهي. نہ رڳو ايترو پر اڪثر ماڻهو نسل پرستيءَ کان جان ڇڏائي نہ سگهيا آهن. سنڌ ۾ گذريل پنجن سالن جي چونڊيل ميمبرن ۽ وزارتن جي تجربي ثابت ڪيو آهي تہ اتي جا عصبيت قابل قبول رهي آهي، سا ذاتين ۽ قبيلن جي هئي. سيد، ٽالپر، سومرا ۽ ٻيا ڪيترا قبيلا ٻيءَ ڪنهن عملي عصبيت ڪي ڪار آمد نہ سمجهي، سياسي گروه بنديون نسلي بنيادن تي ٺاهي رهيا آهن.

صوبائي خود مختياريءَ بابت هڪ ڳالهہ ذڪر ڪرڻ جي لائق آهي. فطرت جسم انساني جي تڪميل لاءِ جڏهين ڪوشش ڪري ٿي تہ ساڳئي وقت عضون جي تڪميل ۽ حفاظت کي ڪڏهين نہ ٿي وساري. ڪنهن بہ جسم جي وڏائي ايتري اهميت واري نہ آهي، جيتري قدر ان جي جملي عضون جي صلاحيت ۽ تعاون آهي. اهي قومون ئي زنده رهي سگهن ٿيون، جي هر فطري عصبيت جي بنياد تي لاڳاپيل هجن. ڊائنا سور (جو دنيا جي معلوم جانورن ۾ وڏي ۾ وڏو جانور هو ۽ هاڻ عدم پيدا آهي) ختم ٿي چڪو آهي. پر اها حقيقت آهي تہ جسمي بناوت ۾ وڏائي بہ ضروري آهي. هزارها ننڍا جزا وقت گذرڻ بعد زندگيءَ جي تنازع ۾ وڏن جسمن ۾ هضم ٿي ختم ٿي ويا آهن. جيڪڏهين تنظيم ضروري آهي، تہ جسامت بہ مکيہ جزو آهي.

17 - جنوري 1945ع

آءِ. آءَ. قاضي

---

## فصل پنجون

# علامہ قاضي صاحب جو پيغام، مقام ۽ اسان جون وٽس جوابداريون.

علامہ قاضي صاحب نہ فقط علامۂ دھر، اعليٰ فيلسوف، بلند پايہ مفڪر، اهل دل ۽ صاحب نظر بزرگ ھو، پر سنڌ جي پيغام جو شارح، صاحب فيض ۽ مرشد بہ ھو.

سندس فيض بخش صحبت ۾ مون کي چاليھن ورھين تائين رھڻ جو فخر حاصل ٿيو. مون ۾ جيڪڏھين ڪا بہ خوبي آھي، تہ سندس طفيل آھي ۽ سموريون خاميون پنھنجون اٿم.

ھو علم ۽ محبت جو بحر ذخار ھو، جو سوين موتين سان پرپور ھو. مون جھڙي اڌ پڙھيل ڳوناٺي کي سندس صحبت مان جو حاصل ٿيو، ان جي شڪر گذاري مون کان ادا ٿي نہ سگھندي.

قاضي صاحب جي ذڪر ڪيل ٽن لياقتن جي مختصر تشريح منھنجي سمجھہ موجب ھيٺينءَ طرح آھي-

### 1- سر زمين سنڌ ھڪ خاص پيغام جي حامل ھئي:

ھر ملڪ جي مختلف دورن ۾ ڪي اھڙا بزرگ پئي پيدا ٿيا آھن، جن قومن ۾ سندن خاص پيغام ذريعي خود شناسي ۽ بيداري پيدا ڪئي آھي.

انھن مان ھڪڙا اھي صاحب ھئا، جن مذھبن جي تعليم ۽ نظام سان ماڻھن کي روشناس ڪرايو. انھن کي پيغمبر، رسول الله، مھاتما، مسيح وغيره لقبن سان سڏيو ويو.

ٻيا اهي بزرگ هئا، جن مکيہ مذهبن ۾ تجديد جو ڪم سر انجام ڪيو، تن کي مجدد، آچاريہ، سينٽ (Saint) جي نالن سان ياد ڪيو ويجي ٿو.

ٽيان اهي عالم هئا، جن حڪمت ۽ فلسفي ۾ مهارت حاصل ڪري، ڪي نظريا ايجاد ڪيا، جن کي حڪيم يا فيلسوف ڪوٺيو ويجي ٿو.

چوٿين قسم جا اهي بزرگ آهن، جن مختلف تهذيبن، مذهبن، فلاسافين ۽ نظرين پويان بنيادي وحدت جو پتو پروڙي، عالمي اتحاد ۽ امن لاءِ پيغام پيش ڪيو.

علامہ قاضي صاحب پوئين گروه جي بزرگن مان هو. جنهن اهل سنڌ اڳيان هيءَ ڳالهہ واضع ڪئي تہ "سر زمين سنڌ سندس مخصوص جاگرافيائي ۽ تواريخي حالات ڪري، عالمي اتحاد ۽ امن لاءِ خاص پيغام جي حامل هئي، جنهن پيغام کي سنڌ جي مختلف دورن ۾ سندس درويشن پنهنجي تعليم ۽ ڪلام ذريعي پئي پيش ڪيو هو."

هيءُ صاحب انهيءَ پيغام جي جديد طرز ۽ نموني تي تشريح ڪري، ان پيغام جي پکيڙڻ لاءِ هڪ تربيت يافتہ، مخلص مجسمۂ قرباني ڪارڪنن جو گروه پيدا ڪري، انهيءَ مشَن جي سرانجاميءَ لاءِ آخر حياتيءَ تائين ڪوشش ڪندڙ رهيو. هو جو ٻج پوکي ويو آهي، سو اميد تہ جلد بار آور ٿي، هڪ ڏينهن بين الاقوامي اتحاد ۽ امن جو باعث بنبو.

هيٺ آءٌ سندس سرِ زمين سنڌ جي خصوصيت ۽ خاص پيغام تي مختصر روشني وجهندس-

**سنڌ جي خصوصيت:**

ان جي ثبوت ۾ سندس منهنجي لاءِ لکيل، خطبۂ صدارت استقباليہ ڪميٽي آل انڊيا مسلم ليگ اجلاس منعقده ڪراچي 1943ع مان چند حوالا پيش ڪندس:

"ڪيترين ڳالهين ڪري هن زمين (سنڌ) جي تاريخ نهايت بي نظير رهي آهي. اها قديم تهذيبن جو آشيانو هئي، جنهن جي ثابتي موهن جي دڙي جي آثار قديمہ مان ملي سگهي ٿي. هيءَ ئي سر زمين آهي، جتي دنيا جا ڪيئي نسل ملي جلي ويا. دراوڙ، آريا، سامي ۽ منگول نسل جا نشان هتي آسانيءَ سان ڳولي سگهبا.

نہ صرف نسلن جو ميل جول هن زمين ۾ ٿيو، ليڪن مختلف مذهبن ۽ فلسفن جو هڪٻئي تي اثر ۽ ميلاپ پڻ جهڙو هتي ٿيو اهڙو ٻيءَ جاءِ تي چِٽو ٿيو هوندو. ٻڌ ڌرم جيتوڻيڪ وچ هندستان ۾ پيدا ٿيو، ليڪن اهو هن زمين تي وڌيو ۽ ويجهيو. اسلام جڏهين هن زمين تي پير پاتو تہ ٻڌ ڌرم بہ اڃا مروج هو. هتي جي رهاڪن مهاتما گوتم ٻڌ جو نفيءَ وارو سبق اڃا نہ وساريو هو. اسلام صرف اڳينءَ تعليم ۾ اثبات جو اضافو ڪيو. ويدانيت ۽ وحدانيت جا فلسفا ۽ ساهتي ٿي هڪ ٻئي تي اثرانداز ٿيا. هڪ طرف وحدانيت هندو يوڳيءَ تي اثر وجهي، بت پرستيءَ کي گهٽايو، تہ ٻئي طرف مسلم درويشن سنياس مان سبق ورتا ۽ راڳ کي تصوف جو جزو بنايو. هندو مسلم عقيده باهمي سمجهوتہ ۽ رواداريءَ سان هڪٻئي جي نزديڪ اچڻ لڳا. گرونانڪ جي تعليم انهيءَ ميل جول جو مکيہ مثال ۽ نتيجو آهي. "مسلم صوفين هن ملڪ ۾ شاهہ عبداللطيف جي سرڪردگيءَ هيٺ مذهبن جي بنيادي وحدت جو پرچار ڪري، مختلف مذهبن جي پوئلڳن ۾ محبت ۽ رواداري پيدا ڪئي، جنهن جو عملي ثبوت هتي جي هندو مسلم رهاڪن جي باهمي خوشگوار تعلقات مان ملي سگهندو. انسانذات ابتدائي زماني کان وٺي مختلف ارتقائي دور طئہ ڪندي، پنهنجي آخري مقصد يعني انساني وحدت خيال ۽ عمل طرف وڌي رهي آهي. انهيءَ لاءِ مختلف گروهن جي مذهبي، سياسي ۽ اقتصادي تحريڪن ۽ ڪوششن منزل مقصود تي پهچڻ لاءِ جدا جدا طريقن ۽ واٽن جو ڪم پئي ڏنو آهي. تاريخ جو هر ورق ان ارتقائي جدوجهد جي مثالن سان پرپور آهي. شروعات ۾ ماڻهو ننڍن ننڍن ڪٽنبن ۾ ورهايل هئا. ٿوري عرصي گذرڻ بعد اهي ڪٽنب وڌي ويجهي قبيلن جي صورت اختيار ڪري ويا. آخر ۾ اهي قبيلا ملي قومون بڻيون. ماڻهن جي وچ ۾ باهمي اتفاق ۽ ميلاپ جا مختلف بنياد پئي رهيا آهن. جاءِ رهائش (وطن) زبان، زندگيءَ جو طريقو ۽ خيالات انهن مان مکيہ آهن. "اڄ ڪلهہ نظريا چوطرف فيشن بنبا وڃن. پر انهن بہ امن آڻڻ جي عيوض مورڳو زياده فساد پيدا ڪيا آهن. جزوي حل، جدا جدا نالن ۾، عارضي عرصي لاءِ مستعمل رهڻ کان پوءِ، تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي پرکجڻ بعد از خود بيڪار بنجيو پون. جيستائين مختلف سياسي، اقتصادي ۽ مذهبي نظرين جي اختلاف مٽائڻ لاءِ حل ڳولي نہ ڪڍيو ويو آهي، دنيا ۾ دائمي اتحاد

۽ امن قائم ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي.“ انهي حل ڳولي لهڻ لاءِ خاص ماحول ۽ تاريخي روايتن هيٺ ذهني تربيت جي حاصلات لازمي شرط آهي. انهيءَ مشن جي سرانجاميءَ لاءِ سر زمين سنڌ جا رهاڪو زياده موزون آهن. قديم تاريخ جا دفتر ان جا گواه آهن تہ ڪيئن نہ هتي مختلف نسل، تهذيبون، مذهبي فلسفا، سياسي طريقا ملي جلي يڪرنگي اختيار ڪري سگهيا آهن. دنيا جي نئين تعمير لاءِ، جنهن ۾ مشرق و مغرب جا ويڇا مٽجي هڪ وحدت ۾ گڏجڻا آهن. سر زمين سنڌ کي خاص پيغام پيش ڪرڻو آهي. مون کي هن انڌوڪار جي زماني ۾ ڪي روشني جا ترورا نظر اچي رهيا آهن. هن جسماني ولوڙ بعد مکڻ هتان ئي نڪرڻو آهن.“

**پيغام سنڌ:**

اهو پيغام ڪهڙو آهي؟ ڪهڙيءَ طرح اهو مشرق ۽ مغرب جا ويڇا مٽائي، انهن کي هڪ وحدت ۾ گڏيندو ۽ ڪهڙيءَ طرح اُهو مختلف سياسي، اقتصادي ۽ مذهبي نظرين جا اختلاف مٽائي دنيا ۾ دائمي اتحاد ۽ امن قائم ڪندو؟ ان لاءِ آءٌ سندس تحريرن کي پڙهڻ ۽ انهن تي غور ڪرڻ ۽ ساڻس شخصي گفتگو بعد هيٺين نتيجن تي پهتو آهيان -

- اتحاد انسانيءَ جو حصول (محبت).
- ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت جي وجود جي پرڪا.
- مساوات انسانيءَ جي حصول لاءِ قومي تفوق ۽ خود مطلبيءَ کي ترڪ ڪرڻ.
- دين فطرت - قانون ارتقا (اسلام) کي چند دستورن ۾ محدود ڪرڻ ان جي روح جي خلاف هو.
- تشدد ۽ هنسا جذبہءَ محبت جي خلاف هئا.
- تنازع للبقا جي عيوض تعاون برائي ترقي ۽ دفاع جي راه اختيار ڪرڻ.

هيٺ مختصر طور آءٌ مٿي ذڪر ڪيل پيغام جي انهن مکيہ اصولن جي تشريح ڪندس.

## اتحاد انسانيءَ جو حصول

مٿي ذڪر ڪيل خطبي ۾ قاضي صاحب فرمائي ٿو تہ ”انسانذات سندس آخري مقصد يعني وحدت خيال ۽ عمل طرف وڌي رهي آهي.“ سندس ملاقات ۾ هن کان اڪثر شيخ سعدي عليہ جو هيٺيون بيت اچاريندي ٻڌندو هوس-

بنـي آدمـي اعضـائ يـک ديـگر انـد   کـ در آفرينش ز يک جوهـر انـد
چـو يـک عـضـوه بـدرد آورد روزگار   همہ عـضـوها را نـمـاند قـرار

معنيٰ:- انسانذات جو چاڪاڻ تہ اصل ۾ هڪ ئي جوهر پيدائش آهي، انڪري سڀ انسان هڪ بدن جي عضون جو مثال رکن ٿا- بلڪل ائين جيئن بدن جي هڪ عضوي ۾ سور ٿيڻ ڪري ساري بدن ۾ سور پيدا ٿئي ٿو. تنهنڪري اتحاد انساني نهايت ضروري آهي. اُهو محبت ذريعي حاصل ٿي سگهندو. اتحاد جو نتيجو امن عالم ۾ نڪرندو ۽ امن ترقي بني آدم جو پيش خيمو آهي.

## ڪثرت پويان بنيادي وحدت

جڏهين ماڻهوءَ کي اهو پتو پوڻ لڳي ٿو تہ فطرت جي تقاضا وحدت خيال ۽ عمل آهي، ۽ انسان هڪ ئي بدن جا عضوا آهن، تہ لازمي نتيجو اهو نڪري ٿو تہ ڪيس ڪثرت پويان وحدت ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هو پوءِ دنيا جي مختلف مذاهب، فلسفن، نظرين ۽ دستورن ۾ يڪرنگي ۽ وحدت جو نظارو پسي ٿو. پوءِ جڏهين انسانن کي متي ذڪر ڪيل ظاهري اختلافن ڪري برسر پيڪار ڏسي ٿو، تہ ڪيس خواهش پيدا ٿئي ٿي تہ جملي مذهبن ۽ نظرين جي پوئلڳن کي باهمي سمجهوتي، رواداريءَ ۽ باهمي تعاون ذريعي هڪبئي جي نزديڪ آڻي.

انڪري قاضي صاحب جن اُن راءِ جا هئا تہ سر زمين سنڌ جا رهاڪو تاريخي روايتن ۽ ذهني تربيت سبب ان مشن جي سر انجاميءَ لاءِ زياده موزون هئا. هو هن راءِ جا هئا تہ انسانذات جو آفرينش ابتدا کان وٽني هڪ مذهب رهيو آهي، جو مختلف حالات ۽ زماني جي تقاضائن ۽ ضروريات مطابق ترقي ڪندو آيو آهي ۽ ڪندو رهندو. دين فطرت ۽ قانون ارتقا بيئي ساڳي ڳالهہ هئا. اسلام انهيءَ راز جي اظهار لاءِ پيغام آندو هو. جيتوڻيڪ هر ملڪ ۽ مذهب ۾ انهيءَ راز جو پتو ڪن مخصوص ماڻهن کي پئي رهيو آهي، ليڪن سنڌ مان اُن جو نچوڙ پيدا ٿي، شاهہ عبداللطيف جي سرڪردگيءَ هيٺ مذهبن جي بنيادي وحدت جي پرچار جي صورت ۾، محبت ۽ رواداريءَ جي پيغام طور سڄي عالم ۾ مقبول عام ٿيڻو آهي.

شاهہ صاحب فرمايو هو تہ:

ايڪ قصر در لـک ڪوڙين ڪـڙس ڳڙڪيون،
جيڏاهين ڪريان پرک تيڏانهن صاحب سامهون. (شاهہ)

ٻئي سنڌي صوفيءَ فرمايو هو تہ:

ڪفــر ۽ اســلام ۾ تــا يــرن اُبتــا پيــر،
هڪ هندو ٻيا مسلمان، ٽيــون وچ وڏائـون ويــر،
انڌن اونڌه نہ لهي، تـن ڪـي سـچ چونـدو ڪيـر،
"روحل" راه پرين جي، جان گهمي ڏنوسين گهيڙ،
تہ رب مڙني ۾ هڪــڙو، تنهـن ۾ ڦند نــ قيـر،
سا ڪيڏي ڪندي پير، جا سُــتي ڪعبہ وچ ۾!

(روحل فقير)

## مساوات انساني

قاضي صاحب جو چوڻ تہ هن وقت دنيا ڪي مساوات انساني جي تعليم جي جيتري ضرورت آهي ،اوتري ڪڏهين بہ نہ رهي هئي. دنيا جون مختلف قومون باوجود اصولي طرح مساوات ۽ جمهوريت جي دعوائن جي، اڄان تائين سڌيءَ ۽ اڻ سڌيءَ طرح تفوق برتريءَ جي مرض ۾ ڦاٿيون پيئون آهن. مذهب، جي دنيا ۾ محبت ۽ هڪجهڙائيءَ جي تعليم ڏيڻ آيا، سي بہ ان مرض ڪان آجا ٿي نہ سگهيا آهن. فلسفن ڪي بہ ان ڪم لاءِ ڪتب آندو پئي ويو آهي. پاڪ پليت، ننڍي وڏي، ڏاڍي هيٺي، اڇي ڪاري، شاهوڪار ۽ غريب وغيره جا تفاوت- تن انسانذات کي منجهائي ڇڏيو آهي.

ڪيس نهايت ارمان تي ٿيو، جڏهين ڪن مسلمان عالمن اسلام جهڙي مذهب کي بہ ان دوئيءَ يا فرق سان ملوث ڪري ڇڏيو هو. تنازع للبقا جي غلط اصول. کي مڃڻ، فسطائيت جي متن کي اسلامي رنگ ڏيڻ، پاڪ پليت جا عقيدا پکيڙڻ، ان دين فطرت کي چند ماڻهن جي گروه تائين محدود ڪرڻ، عقيدي ۽ عمل موجب اهي ڳالهيون اسلامي تعليم ڪان سو ڪوه پري هيون. تنهنڪري وحدت الوجود جي بنياد تي صحيح حقيقت معلوم ڪرڻ بعد، هُــن سنڌ جي درويشن جي پيغام کي انهن خرابين ڪان بچڻ لاءِ صحيح حل ڄاتو ٿي- ڇي:

"پريان سندي پار جي مڙيئي منائي".

چوڻ وارا کھڙيءَ طرح پاڪ پليت جا تفاوت مذھب جي نالي ۾ مڃي سگھيا تي! اھو کو ھڪڙو دور ھو، جڏھين آريائي مذھب وقتي تقاضائن موجب جاتين ۽ ماڻھن کي ورھايو تي. ھاڻ اھو دور ختم تي چڪو ھو. جڏھين ڏنائين تي تہ کي ماڻھو مذھب جي نالي ۾ تشدد قائم رکڻ لاءِ جھاد جو اکر اچاري رھيا ھئا، تہ ھن کي شاہ لطيف جي مصرع ياد آئي تي-

ھو چونئي تون مَ چوءُ واتان ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو کائي.

پير ۽ سيد، جي اصل ۾ اھل طريقت مان ھئا، تن کي انڪساري، محبت ۽ مساوات جي صفتن کان عاري تي ڏنائين. تہ نھايت ارمان تيس تي. انھن ۾ فخر، وڏ ماڻھپائي، سجدا ڪرائڻ، ماڻھن جي ڪمائيءَ تي جوڙن وانگر گذر ڪرڻ کيس پسند نتي آيو. ملا کي جڏھين ظاھرداريءَ تي زور ڏيئي، حقيقي مسائل کان پاسيرو تي ڏنائين، تہ ارمان تي تيس، پر باوجود ان جي، سنڌ جي درويشن جي تعليم ۾ ھن کي ٻين جاين کان زياده انھيءَ تعليم جي موجود ھئڻ جو احساس تي تيو.

## دين فطرت

ھن قانون ارتقاءَ ۾ دين فطرت محسوس ڪيو ھو. اسلام کي دين فطرت مڃيائين تي، پر ان کي چند دستورن، رسمن ۽ رواجن، قانونن ۽ فرسوده عقيدن تائين محدود ڪرڻ ۽ ان کي جدا فرقي بنائڻ جي ڳالھ، روح اسلام جي خلاف تي سمجھيائين. چي، دين فطرت جا بنيادي متا، ڪائنات جو رتا ۽ مقصد سان پيدا تيڻ، اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم ھئا. قانون ارتقاءَ يا دين فطرت وھندڙ پاڻيءَ وانگر ھميشہ تازو رھڻو ھو. ھر زماني، ملڪي ماحول، ملڪي حالات، وقتي تقاضائن ۽ ذھني ارتقاءَ پٽاندر انسانذات کي وقت بوقت نوان نياپا ملڻا ۽ نامعلوم راز کلڻا ھئا. اھو بي انت بحر ھو. ان کي جدا فرقو بڻائي، ڪثرت مذاھب مان ھڪ مذھب چئي باھمي خلفشار ۾ ڦاسائڻ نيڪ نہ ھو.

ان قسم جي پيغام لاءِ بہ سنڌي درويشن جي تعليم ۾ ھن کي ڪيئي نقطا مليا ھئا. ھن دين فطرت جي ڪنجي محبت ۾ محسوس ڪئي ھئي. ھو مصري شاھ جي ھن مصرع کي دھرائيندو ھو تہ-

عشق سارو اسلام، مذھب محبت عين مبارڪ.

## اهنسا يا عدم تشدد

هڪ ڏينهن مون هن کان ڊارون جي نئين نظريي تنازع للبقا (سر وائيول آف دي فٽيسٽ) جي مروج سوال کي پيش ڪري پڇيو تہ "اوهان مساوات کي دين فطرت جو مکيہ اصول تا سمجهو. هتي تہ پنج آڱريون بہ برابر نہ آهن. ٻڪري گاه کي کائي ٿي. ٻگهڙ ٻڪريءَ کي کائي ٿو. ڏاڍا هيڻن کي دٻائين ٿا. سامراجي قومون غريب ۽ پٺتي پيل قومن تي راڄ ڪن ٿيون. ان مان ظاهر ۾ ائين پيو معلوم ٿئي تہ دنيا ۾ مساوات آهي ئي ڪانہ. خود قانون فطرت تنازع للبقا جي حمايت ڪري ٿو." پاڻ مون کي پرنس ڪرپاٽڪن جي ڪتاب "ميوچوئل ايڊ" پڙهڻ لاءِ حڪم ڪيائون. ان جي پڙهڻ بعد جڏهين وٽس ويس، تہ فرمايائون تہ "تصوير جو ٻيو طرف ڏٺئي. انساني زندگيءَ ۾ هڪ دور هو، جنهن ۾ ڇتاڇيتي ۽ تصادم کي فوقيت مليل هئي. هاڻ وقت اچي ويو آهي، جڏهين لا آف جهنگل (حيواني تشدد) کي ڦٽو ڪرڻو پوندو. نہ تہ دنيا مان فساد، بدامني، نفاق ۽ خود مطلبي نہ نڪرندا. اتحاد انساني، امن عالم ۽ انساني ترقيءَ جي قانون ارتقاءَ جا بنيادي مقصد هئا، حاصل ٿي نہ سگهندا."

پوءِ پڇيم تہ اهي مقصد ڪهڙيءَ طرح حاصل ٿي سگهندا؟ تہ پاڻ فرمايائون تہ "اهي مقصد محبت، تاليف قلوب، ۽ تزڪيہ نفس، حميده اخلاق (معرفت) وڏيڪ سولائيءَ سان حاصل ٿي سگهن ٿا. دنيا ۾ جو ڳالهہ جا تشدد جي ذريعي حاصل ڪئي وڃي ٿي، سا وري تشدد جو شڪار ٿي، ختم ٿي وڃي ٿي. تلوار ذريعي جا شيءِ حاصل ٿيڻ واري هئي، سا تلوار ذريعي وڃڻ واري هئي، اهل سنڌ کي اهنسا جي پيغام جي حمايت ڪرڻي هئي.

## تعاون براءِ ترقي

اڄ متي ذڪري ڪري آيو آهيان تہ پاڻ ارتقاي حيات لاءِ تصادم ۽ ڇتاڇيتيءَ کي امن عالم لاءِ غير موزون ٿي سمجهيائون. ۽ چيائون ٿي تہ آينده انسانن کي "تعاون براءِ ترقي" ميوچوئل ايڊ، رواداريءَ ۽ گڏجي گذارڻ (Co-existance) جي اصولن تي هلي، امن ۽ ترقي حاصل ڪرڻي هئي. ان ڳالهہ لاءِ سنڌي درويشن اڳيئي پيغام ڏيئي ڇڏيو هو- ڇي:

ولر ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻھوئڻان ميٺ گھڻو.

حيوانن ۾ بہ ٻن قسمن جا جانور ھئا. ھڪڙا درندہ ۽ ٻيا سانتيڪا ھئا. ڦھريان خونخوار ۽ ڦاڙيندڙ ھئڻ ڪري پاڻ ۾ نھي ھلي نٿي سگھيا، ٻيا ولر ۾ رھڻ وارا جانور، جي پنھنجي سلامتيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ ولرن ۾ رھيا ٿي. ماڻھو ولرن ۾ رھڻ وارن (Gregarious) جانورن مان ھو. انڪري سندن ترقيءَ ۽ خوشيءَ لاءِ اتحاد، امن ۽ تعاون جي ضرورت ھئي، جي قربانيءَ ۽ محبت سان حاصل ٿي سگھڻ وارا ھئا. خود مطلبي ۽ ايثار متضاد شيون ھيون. محبت مان ايثار جو مادو پيدا ٿي ٿيو. شاہ چيو آھي تہ-

پائي ڪان ڪمان ۾، ميان مار م مون،
مون ۾ آھين تون، متان تنھنجو ئي توکي لڳي.

ان مصرع ۾ بني نوع انسان جي يڪ وجوديءَ جو پتو پوي ٿو.

**(2) قاضي صاحب فيض يافتہ بزرگ ھو:**

"فيض" جي لغوي معني اُٿل يا سيلاب آھي. جڏھين درياءَ ۾ موج اچي ٿي ۽ پاڻي چڙھي ٿو، تہ اھو ڪنارن کان اُٿلي، آس پاس جي زمينن کي ٻوڙي، سيرآب ۽ زرخيز بنائي ٿو. جنھنڪري طرح طرح جا فصل، ٻيلا ۽ سبزہ زار پيدا ٿين ٿا.

اُن وانگر جڏھين ڪو بزرگ علم ۽ محبت جي صفتن سان ڀرپور ٿئي ٿو، تہ سندس صحبت ۽ ڪلام ۾ بہ اھائي صفت پيدا ٿئي ٿي، جھڙي اُٿندڙ درياءَ جي ٿيندي آھي.

صاحب فيض کي ولي بہ سڏيو وڃي ٿو. اڪثري عام ماڻھو ولي اُن کي سڏين ٿا، جو ڪرامتون ڏيکاري، اولاد وني ڏئي، بيماري دفع ڪري، دنيا جا مطلب پورا ڪرڻ لاءِ دعا ڪري، دُعا ۽ پِٽ پاراتي جو مالڪ ھجي، وظيفا ڪيي يا عبادتون ڪري، رھبانيت جي زندگي گذاري، مريدن کي ذڪر سيکاري، وغيرہ. پر اھي سڀ ڳالھيون اھل نظر ۽ صاحب دل ماڻھن وٽ رواجي، بيسود ۽ معمولي آھن. ھنن جي نظر ۾ ولي يا صاحب فيض صرف اھو شخص ٿي سگھي ٿو، جو حقيقت اشيا جي اسرار کان واقف ھجي ۽ ماڻھن جي نفسياتي، اخلاقي، ذھني خامين ۽ بيمارين کان واقف ٿي، انھن کان کين بچائڻ لاءِ ڪوشش ڪري، مردہ دلين کي علم ۽ عشق جي

نعمتن سان زنده ڪري ماڻهن کي تزڪيہ نفس، حميده اخلاق ۽ صحيح تعليم جي نعمتن سان مالا مال ڪري.

وليءَ جي لغوي معنيٰ دوست، هادي، استاد، محبوب آهي، پر ان جي حقيقي معنيٰ درويشن جي هيٺين اقوال مان معلوم ٿي سگهي ٿي-

وينـــي جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تون تنين سان ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا. (شاهہ)

---

يـــڪ زمـانــہ صحبت با اوليا،
بهتر از صد سالہ طاعت بي ريا. (رومي)

اهڙن بزرگن جي صحبت مان روح کي راحت ملي ٿي. ذهني خلفشار نڪري، يقين پيدا ٿئي ٿو. پوءِ انهن جو ست سنگي هن حالت کي پهچي ٿو-

پڇي وڃ گمان، اسان صحيح سڃاتا سپرين

مون کي قاضي صاحب ۾ مٿي ذڪر ڪيل اهل نظر واري معيار جون سڀ لياقتون ڏسڻ ۾ آيون هيون. تنهنڪري جيڪڏهين آءٌ کيس صاحب فيض ولي سڏيان، تہ صحيح ٿيندو ليڪن هر ماڻهوءَ جي نظر ۽ راءِ جدا آهي. شيخ سعدي عليہ فرمائي ٿو تہ-

بـاران کــہ در لطـافت طبعـش خـلاف نيســت
در بـاغ لالــہ رويـد و در شـوره بـوم خـس.

ان ۾ صحيح کسوٽي مجنوءَ جي اکين جي ٿي سگهي ٿي، جيئن هڪ شاعر چيو آهي-

ليلا را بہ چشم مجنون بايد ديد.

### (3) قاضي صاحب مرشد ڪامل هو:

"مرشد" لفظ جي معنيٰ بہ جدا جدا پئي ڪئي ويئي آهي. ڪن ماڻهن سنتن، ساڌن، پرهيزگار عابدن، راهبن ۽ ڪنهن ڪرامت وارن کي مرشد ڪري مڃڻ جي راءِ ڏني آهي. تہ ڪن وري بزرگن جي اولاد، سجاده نشين، گاديسرن وغيره کي بہ مرشد يا گروءَ جي برابر يا ڪم از ڪم انهن جو جاءِ نشين سمجهي مرشد پئي ورتو آهي. جي، پاڳين جا پاڻ ڪڏهين خالي نہ هوندا آهن.

پوءِ انهي پوئين درجي ۾ ڪي اهڙا بہ ماڻهو تين ٿا، جي پيٽ جا پوڄاري، اقتدار ۽ دنياوي عيش آرام جا بکيا ۽ حڪومت وقت جا دلال هوندا آهن- انهن لاءِ شاه لطيف فرمايو آهي تہ-

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڌين جي،
تنين سندا پوئيان، شيهي لهن نہ سار،
ڪٿين ڪٽ لهار، تنين سندي پيڙهئين.

ليڪن اهل طريقت ۽ صاحب دل ماڻهن وٽ صحيح مرشد اهو ٿي سگهي ٿو، جو علم ۽ عشق جي اعليٰ درجي تي پهتل هجي، جنهن کي انساني زندگيءَ جي بنيادي مقاصد جي صحيح ڄاڻ هجي، جنهن کي تسلسل حيات جو صحيح راز معلوم ٿيل هجي، جنهن جي زندگي اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم جي حصول لاءِ وقف ڪيل هجي، جنهن جي دل حساس هجي، جنهن جو فڪر سليم هجي، جو مجسمو اخلاص، تهذيب ۽ قربانيءَ جو هجي.

ان ڪان سواءِ مسلمانن مرشد جي صحيح سڃاڻپ لاءِ فنا في الرسول جو درجو پڻ مقرر ڪيو آهي. رسول مان سندن مراد حضرت محمد ﷺ آهي، جنهن کي هو رحمت اللعالمين سڏين ٿا، جنهن ساريءَ دنيا لاءِ اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جي رحمتن جو پيغام آندو. صاحب طريقت حقيقت محمديءَ کي "علم ڪل" يا بحر عشق جي معنيٰ ۾ ورتو آهي. تنهنڪري هو ملا وانگر، ان کي ڪنهن خاص مذهبي نظام ۽ قومي گروه سان وابستہ ۽ محدود تعليم جو حامل نہ ٿو ڄاڻي. اهل طريقت جي نظر ۾ جنهن بہ ماڻهوءَ کي انسانذات لاءِ بنا تميز مذهب ۽ ملت جي محبت نہ هئي، جنهن جي عقيدي ۽ عمل مان امن عالم ۾ رڪاوٽ ٿي پيئي، جو نفرت، نفاق، تفوق، فساد ۽ تشدد جو حامي هو، سو ان حقيقت محمدي (رحمت اللعالمين) جي چشمۂ فيض مان سيراب ٿي نٿي سگهيو. بلڪ اهو، باوجود ظاهري زهد، تقويٰ ۽ علم جي، تنگ نظر ۽ بخيل هو- جنهن لاءِ شيخ سعدي فرمايو آهي:

"بخيل بود زاهد و ڪريد، بهشتي نباشد بہ حڪم خبر"

مون مٿي ذڪر ڪيل اهل طريقت جي نظر واريون جملي صفتون قاضي صاحب ۾ موجود ڏٺيون. شاه صاحب اهڙن ماڻهن لاءِ فرمائي ٿو تہ-

جيئن ڏنو هو مون، آرياڻي اوهان ڇا ڏنو هو

قاضي صاحب فنا في الرسول جي درجي تي پهتل هو. ان لاءِ سندس خط نمبر 11 ۾ هينيان لفظ شاهدي ڏين ٿا-

"..... ٻه ٽي ڪلاڪ اڳ اسان "راس محمد" تان گذرياسون، جا سينا جي اپبيٽ جي ڏکڻ ڪنڊ ۾ آهي. عقبا جو شهر به اتي آهي. جيترو آءٌ غور ڪريان ٿو، اوترو طوفان خيز (راس) محمد جو نظارو مون تي اثرانداز ٿئي ٿو. "يا خدا آءٌ توکي محمد ﷺ کان سواءِ سڃاڻان ئي نه ها!" اهي بي بي رابع بصريءَ جا چيل لفظ اڄ به مون لاءِ اها معنيٰ رکن ٿا، جهڙي بي بي صاحب لاءِ رکندا هئا. جيڪڏهين ڪو محمد ﷺ کي پوريءَ طرح سڃاڻي، ته پوءِ ٻئي مرشد کان آزاد ٿي وڃي ٿو." وري پنهنجي ٻئي خط نمبر 14 ۾ لکي ٿو ته: "محمد ﷺ کهڙو نه سهڻو نالو آهي. حيف آهي دنيا کي ، جو سندس وڏي ۾ وڏي محسن کي وساري ويني آهي. هيءَ دنيا محمد کان اڳ هڪ تنگ و تاريڪ جهنگل مثال هئي."

قاضي صاحب زندگيءَ جي مقاصد جو رازدان هئڻ ڪري، بنا تميز مذهب ۽ ملت، انسانذات جي اتحاد. امن ۽ ترقيءَ لاءِ پيغام پهچائڻ گهريو ٿي، جو حقيقت محمديءَ جو راز هو. قاضي صاحب حد درجي جو حساس دل هو، جنهن جي دل عوام جي درد دکن جو حال سهي نٿي سگهي-

"اي روشنيءَ طبع برمن بلا شدي". جي حالت ساڻن لاحق هوندي هئي. سندس خط نمبر 22 ۾ پاڻ لکي ٿو ته:

"سنڌي مسلمان اڄ پيٽ جا پوڄاري ٿي چون ٿا ته "نانم بده کفش برسر بزن". اها سندن پستيءَ جي حالت آهي. پيارا شاه، منجهن بيداري پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. سياست کي حال پاسي رکي، ڪين منظم ڪري، اُن پستيءَ مان ڪڍين. سنڌ قوم جي ڪهڙي پاليسي ٿيندي آهي! هنن کي دائمي ننڊ ۾ سمهڻ جي خواهش آهي. جو ٻه

ڪين سجاڳ ڪرڻ لاءِ چوي ٿو، ان کي هو بدترين دشمن سمجهن ٿا. پر باوجود ان جي، تو جهڙن ماڻهن کي سندن خدمت کان ڪڪ نه ٿيڻ گهرجي. منادي (دانهن) ضرور هلي اچي. من ڪو ڀڌي سجاڳ ٿئي!" بيا به سندس ڪيترا خط آهن، جن مان سندس حساس دل جو پتو پوي ٿو. جيڪي سندس صحبتي ۽ واقف هئا، سي ساک ڀريندا ته هو مجسمو اخلاص ۽ حميده اخلاق جو. حد درجي جو مهذب ۽ ايثار ۽ قربانيءَ جو پتلو هو. هن کي جيڪي صحيح ڏسڻ ۾ ٿي آيو، ان لاءِ ارشاد ٿي ڪيائين. ارشاد ڪرڻ مرشد جو ڪم آهي.

**اسان جون ساڻس جوابداريون:**

منهنجي نظر ۾ اسان کي سندس مِشَن کي سرانجام ڪرڻ لاءِ هيٺيان ڪم ڪرڻ گهرجن:

(1) اسان مان هر هڪ کي مٿي ذڪر ڪيل "پيغامِ سنڌ" جي ماهيت معلوم ڪرڻ گهرجي.

(2) اسان کي ان پيغام جي تعليم ۽ تربيت لاءِ هڪ مرڪز ۽ مخلص ڪارڪنن جو گروه پيدا ڪرڻ گهرجي.

(3) سندن يادگار شين جو عجائب گهر، سندس نالي ۾ عمدو ڪتب خانو ۽ ريڊنگ روم قائم ڪرڻ گهرجن.

(4) ان مرڪز تي هر ٽئي مهيني گڏ ٿي، صلاح مشورو ڪري، قاضي صاحب جي مقاصد جي حصول لاءِ ڪوشش ڪجي.

(5) ان اداري کي صاحب اقتدار، حڪومت ۽ بوالهوس سياستدانن جي پنجي کان آزاد رکجي.

مون کي فخر سان چوڻو ٿو پوي ته قاضي صاحب عليہ الرحمة مون کي پنهنجي نظر تلطف هيٺ پنهنجي طالبن جي لسٽ ۾ شمار ڪرڻ لاءِ ڏنو هو.

مون کي پتو آهي ته مون جهڙا سوين ماڻهو سندس محبت جا متوالا ۽ معتقد آهن. آءٌ پنهنجي خوش قسمتي سمجهندس، جيڪڏهين اهڙي ڪارڪنن جي گروه سان گڏجي، پيغام سنڌ پکيڙڻ لاءِ ڪم ڪريان.

# ضميمو

قاضي ميان امام علي مرحوم جون ٻه شاديون ڪيل هيون: پهرين شاديءَ مان ٽي نياڻيون ٽيس ۽ ٻيءَ شاديءَ مان ٻه پٽ ۽ 8 نياڻيون.

پٽن جا نالا: 1. قاضي فخرالدين 2. قاضي ميان امداد علي (آءِ. آءِ. قاضي)، نياڻين جا نالا ۽ سندن اولاد:

1. مريم خاتون، زوجہ خانبهادر قاضي غلام نبي - اولاد: قاضي آفتاب احمد، قاضي بشير احمد، ٻه نياڻيون آشا بيبي - خالق ڏني.

2. شاهل خاتون، ننڍپڻ ۾ وفات ڪئي.

3. امام زادي، زوجہ ميان شمس الدين- اولاد: قاضي غلام مصطفيٰ، ڊاڪٽر علي احمد، محمد ابراهيم ۽ هڪ نياڻي نور جهان.

4. زبيده خاتون، زوجہ خانبهادر قاضي غلام نبي - اولاد ڪونہ.

5. زلفت - اولاد ڪونہ.

6. موتي بيگم، زوجہ خانبهادر محمد حيات - اولاد: خانبهادر ميان يار محمد - خداداد ۽ چار نياڻيون بدر النساءِ، مهر النساءِ، زينت، اختر.

7. آمنت خاتون، زوجہ قاضي ميان علي محمد - ٻه پٽ اولاد: ميان ممتاز علي، مشتاق علي ۽ ٻه نياڻيون شرف النساءِ، خيرالنساءِ.

8. متل خاتون، زوجہ ميان نجم الدين - اولاد ڪونہ.

9. حيات خاتون، زوجہ محمد عالم ٻہ پٽ: گل محمد، عطا الله، ٻہ ڌيئرون: مها بيگم، جنت خاتون.

10. ڪمال خاتون، زوجہ ميان ولي محمد - ٻہ پٽ: گل محمد عطا الله، هڪ ڌي جمال خاتون.

11. امام زادي (؟)

---

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان **”پڙهندڙ“** نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اِڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کين بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موتي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آھن........

... ... ... ...

ھي بيتُ اَٽي، ھي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنھن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪالھہ جي پاڻ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ ”ھاڻي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَنَن جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان ڳڻ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)